# ڪي نه وسرن مور

ياد گيريون

فيض احمد فيض



ثقافت کاتو حڪومت سنڌ

# ڪي نه وسرن مور

(يادگيريون)

فيض احمد فيض

سنڌيڪار: ڊاڪٽر سحر امداد حسيني



ثقافت کاتو حڪومت سنڌ

2012

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | ڪي نہ وسرن مور |
| ليکڪ: | فيض احمد فيض |
| سنڌيڪار: | ڊاڪٽر سحر امداد حسيني |
| ڪمپوزنگ: | سرمد اياز |
| ٽائيٽل ڊزائين: | انعام عباسي |
| ڇاپو: پهريون | جون 2012ع |
| ڇپيندڙ: | نئون نياپو اڪيڊمي سچل ڳوٺ ڪراچي سنڌ.<br>فون: 0346-2103811 |
| ڇپائيندڙ: | عبدالعزيز عقيلي<br>سيڪريٽري<br>ثقافت کاتو حڪومت سنڌ. |
| قيمت: | -/120 رپيا |

ملڻ جو هنڌ:

ثقافت کاتو ڪتاب گهر

سامهون ايم.پي.اي هاسٽل سر غلام حسين هدايت الله روڊ

ڪراچي- 74400 سنڌ.

فون: 021-99206073

# سٺاءُ

## پبلشر نوٽ

ثقافت کاتي حڪومت سنڌ، محترم جناب آصف علي زرداري صدر پاڪستان جي هدايتن تي فيض احمد فيض جي ڪتابن جا سنڌيءَ ۾ ترجما شايع ڪرائڻ جو سلسلو شروع ڪيو آهي. ”مہ و سال آشنائی“ اُن سلسلي جو پهريون ڪتاب آهي. هيءُ ڪتاب فيض احمد فيض جي سوويت يونين جي مختلف موقعن تي ڪيل دورن جي يادگيرين تي ٻڌل آهي، جنهن کي ڊاڪٽر سحر امداد حسيني سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ”ڪي نہ وسرن مُور“ جي عنوان سان پيش ڪيو آهي. اهو ڪتاب پهريون ڀيرو 1981ع ۾ شايع ٿيو جيڪو فيض احمد فيض مختلف دوستن جي چوڻ تي لکيو. فيض پهريون ڀيرو 1958ع ۾ سوويت يونين ويو هو. سندس خدمتن جي عيوض

ڪيس سوويت يونين جِي سرڪار ”لينن امن ايوارڊ“ بہ ڏنو هو. فيض احمد فيض کي سوويت يونين جي سوشلسٽ سرشتي سان ڪنهن حد تائين اُنسيت بہ هئي ۽ پاڻ ٻنهي ملڪن يعني سوويت يونين ۽ پاڪستان جي وچ ۾ هڪ خاموش سفير جو ڪردار بہ ادا ڪندو رهيو. سوويت اديبن سان سندس ويجهو ۽ گهرو تعلق رهيو. گڏوگڏ سوويت يونين ۾ ٿيندڙ عالمي ادبي ڪانفرنس جي موقعي تي سڄي دنيا مان گڏ ٿيل اديبن سان ڪيس ملڻ جو موقعو مليو. پاڻ ايلس فيض سان گڏ لنڊن کان سوويت يونين پهتو. ڪانفرنس جي موقعي تي جن عالمي ادبي شخصيتن سان سندس ملاقات ٿي، تن ۾ ترڪيءَ جو شاعر ناظم حڪمت، روس جو اليا اهرن برگ، فرانس جو سارتر، روس جو سليمانوف ۽ ڪيئي ٻيون مشهور ادبي شخصيتون شامل هيون. اديبن ۽ شاعرن سان ٿيل مڪالمن کي فيض پنهنجي يادگيرين جي هن ڪتاب ۾ شامل ڪري اُن کي وڌيڪ دلچسپ، معلوماتي ۽ دلڪش بڻائي ڇڏيو آهي. انهن يادگيرين جي آخر ۾ پنهنجي ڪجهہ شاعري بہ ڏني اٿائين، جيڪا پاڻ سوويت يونين ۾ رهندي تخليق ڪيائين. شاعريءَ جو ترجمو نہ ڪرايو ويو آهي، ڇاڪاڻ تہ سندس ڪُليات جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرايو پيو وڃي. اُها شاعري سندس ڪُليات ۾ شامل آهي. ان سان گڏ سوويت يونين جي مشهور مسلمان شاعر رسول حمزه توف جي شاعريءَ جا بہ ترجما ڪتاب جي آخر ۾ ڏنل آهن. انهن جو بہ انڪري ترجمو نہ ڪيو ويو آهي، جو رسول حمزه توف جي شاعري پنهنجي مڪاني ٻولي ”آوار“ ۾ آهي، جنهن جا ترجما سوويت يونين جي مڪاني ٻولين کان سواءِ انگريزيءَ ۾ بہ ٿيا آهن. فيض صاحب انگريزيءَ مان اردوءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي ۽ ان جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿئي تہ اها ڇوٿين ٻولي ٿئي ها. اهڙي ريت شاعريءَ جو اصل روح تہ ختم ٿي وڃي ها.

توهان کي اهو پڙهي بہ خوشي ٿيندي تہ ثقافت کاتي پاران هي مالي سال ختم ٿيڻ کان اڳ ڇپجندڙ ڪتابن جو انگ 142 کي وڃي رسندو جيڪو ادب جي واڌاري جي حوالي سان ڪنهن هڪ اداري پاران ڇپجندڙ ڪتابن ۾ هڪ نئون ريڪارڊ هوندو. اهو سڀڪجهہ کاتي جي وزير محترمہ سسئي پليجو جي دلچسپي ۽ محنت جو نتيجو آهي، جنهن لاءِ هوءَ جَسُ لهڻي. ”ڪي نہ وسرن مور“ ثقافت کاتي جي انهن ڪاوشن جو نتيجو ۽ سنڌي ادب ۾ قيمتي واڌارو آهي. اميد تہ پڙهندڙن لاءِ دلچسپيءَ جو سبب بڻجندو.

عبدالعزيز عقيلي
سيڪريٽري
ثقافت کاتو حڪومت سنڌ

1- جون 2012ع

مهاڳ

# وِهُہ ماڪِي جي ڪَنِ !

فيض احمد فيض هڪ ڀرپور ۽ رنگارنگ زندگي گذاري، اهڙي زندگي جا هر شاعر ۽ اديب کي نصيب ناهي ٿيندي پر ان زندگيءَ لاءِ فيض جيڪا جاکوڙ ڪئي، جنهن محبت، لگن ۽ چاهہ سان هن علم حاصل ڪيو.تيهن واري ڏهاڪي ۾ هڪ مڪاني باشندي جو انگريزيءَ ۾ ايم. اي ڪرڻ خود هڪ وڏو واقعو هو. پنهنجي دور جي هڪ وڏي شاعر هجڻ جي باوجود هن ۾ جو نياز نوڙت ۽ نهٺائي هئي، جيڪا محجوبيت ۽ سادگي هئي.هن وٽ ذاتي پتاڪ ۽ لباڙ نالي ڪي بہ لبيل شيون نہ هيون. هو ان دور جي elite class جو بندو هو. پر پوءِ

بہ جيلن ۾ ويو. جلاوطن ٿيو پنهنجي گهر ۽ ٻارن کان پري رهيو پر پنهنجي ذاتي ڏکن جو نماءُ ڪري، همدرديون نہ ميڙيائين. پنهنجي اصولن ۽ آدرشن تي پڄاڙيءَ تائين قائم رهيو ۽ پڄاڙيءَ ۾ پنهنجيون سڀ زمينون پنهنجي غريب مائٽن ۾ ورهائي، پلاند ڇنڊي روانو ٿي ويو.

هو سموري دنيا گهميو ڦريو دنيا جا حسين ترين نظارا هن ڏٺا، دنيا جي حسين ترين عورتن سان هن محبت ڪئي، سندس صحت لاءِ هزارين جام تجويز ٿيا. هو پنهنجي دور جي دنيا جي ڪيترن ئي نامور اديبن، شاعرن ۽ عالمن سان مليو. جڏهن سندس ملڪ ۾ مٿس ڌرتي تنگ ڪئي ويندي هئي تہ هو گهڻو ڪري لنڊن هليو ويندو هو جتي هن جا گهرا ۽ گهاٽا دوست هئا، جن وٽ هو مهينن جا مهينا بلڪ سالن تائين رهي سگهندو هو. ماجد عليءَ جو گهر جيڪو هيرڊز جي ويجهو گهٽيءَ ۾ هو، سو سندس دلپسند ٺڪاڻو هو.

فيض بنيادي طور تي هڪ رومانوي انسان هو. جيڪو بين الاقواميت ۾ يقين رکندو هو. هو پنهنجي ترقي پسند سوچن جي ڪري ڪاٻي ڌُر جي سياستدانن جو پسنديده شاعر هو ڇو تہ فيض پنهنجي دور جي سيني ٻرندڙ موضوعن تي مڪمل فن . فڪر ۽ يڪسوئيءَ سان لکي سگهندو هو.

فيض جڏهن آذربائيجان ، قرغزستان، داغستان جي مقامي ٻولين جا رزميہ داستان، اُتي جي ندين ۽ پهاڙن جا گيت ٻڌا هئا، هُتي جي پوموخ ۽ اذائي جو داستان ٻڌي هُن کي پنهنجو "مرزا صاحبان" ٿي ياد آيو تہ، اسان جي ملڪ وانگي هتي بہ ڪنهن زنده پير جي درگاهہ آهي، هتي جي انيڪ تريخي ۽ جديد شهرن جو جادو سندس جيءَ کي جڪڙي ٿو.

فيض جڏهن 1958ع ۾ تاجڪستان ويو هو تہ اُتي "دوشنبہ" ۾

فارسيءَ جي نامور شاعر رودڪيءَ جو هزار ساله جشن ملهايو پئي ويو. روڊن تي رودڪيءَ جون وڏيون تصويرون لڳيل هيون. سندس شعر ڪتبن جي صورت ۾ جاءِ جاءِ تي سجايل هئا. ڪٿي ڪتابن جي نمائش ٿي رهي هئي، ته ڪٿي سندس شاعريءَ تي بيلي ڊانس ٿي رهيا هئا. ڪٿي ٽئبلو ٿي رهيا هئا ته ڪٿي وري سندس حياتيءَ بابت اسٽيج ناٽڪ ٿي رهيا هئا. علامه اقبال جي فارسي شاعري جيتري هُتي جي ماڻهن کي ياد آهي، اسان وٽ ته ان کي ڪير پڇي به ڪو نه ٿو.

هڪ ڀيرو موسم جي خرابيءَ جي ڪري فيض جو ننڍو جهاز اوچتو باڪو ۾ لٿو. ٿورڙي دير کان پوءِ هڪ وڏي شاهي موٽرڪار اتي اچي پهتي ۽ ان مان مهدي صاحب نڪتو. مهدي صاحب سندس آجيان لاءِ اصل وچائجي ويو ۽ هُن هر هر ڪانئس پنهنجي حڪومت پاران اڳواٽ ئي ڪوتاهين جون معافيون پئي گهريون. فيض نيٺ ترجمان کان پڇيو ته هي ماڻهو جيڪو بار بار "منهنجي حڪومت، منهنجي حڪومت" پيو ڪري، سو ڪير آهي؟ تڏهن هن ٻڌايو ته: "هي آذربائيجان جي جمهوريه جو صدر آهي ۽ شاعر ۽ افسانه نويس به آهي ۽ هتي جي ادبي انجمن جو صدر به آهي." ان تي فيض جي ساٿي شاعر تابان چيو: "اجا هينئر ڪنهن وزيراعظم اديب سان ملي آيا آهيون ۽ هاڻي هي هڪ صدر شاعر اديب نڪري آيو آهي، ڇا هتي اديبن کي حڪومت کان سواءِ ٻيو ڪو به ڪم ناهي؟ يا وري پارٽيءَ کي اديبن کان سواءِ ٻيو ڪو ملي ڪو نه ٿو!" تڏهن ئي ڪين خبر پئي ته هتي جي حڪومتي ڪار وهنوار ۾ سائنسدان، استاد، اداڪار، فلمساز، موسيقار، غرض ته هر ڪنهن کي سندس صلاحيتن ۽ ڪارڪردگيءَ جي مطابق ڪم ملندو آهي. هڪڙن ملڪن ۾ اديبن ۽ شاعرن جي ايڏي عزت ۽ پذيرائي هجي جو اهي صدر ۽ وزيراعظم

ٻڌجڻ جا اهل ڇاتا وڃن . ڀي پاسي اسان جهڙن ملڪن ۾ سمورو ڪار وهنوار اسٽيبلشمينٽ جي هٿن ۾ هجي ۽ اهي ئي ملڪ جي اڇي ڪاري جا مالڪ هجن ۽ جيئن وڻين تيئن وارين! تہ پوءِ خدا آڏو فيض وانگيان اهو ئي فرياد ڪري سگهجي ٿو تہ :

یا خدا یہ مری گردان شب و روز و سحر
یہ مری عمر کا بے منزل و آرام سفر
کیا یہی کچھ مری قسمت میں لکھا ہے تونے
ہر مسرت سے مجھے عاق کیا ہے تونے

ڊاڪٽر سحر امداد حسيني

# پيش لفظ

پوئين سال ماسڪو ۾ مون کان فرمائش ڪئي وئي تہ آءٌ سوويت يونين بابت پنهنجا تاثرات لکان. مون ها ڪري ڇڏي ۽ پروگريس پبلشنگ هائوس کي ڪتاب جو خاڪو تيار ڪري ڏيئي ڇڏيم. اهو خاڪو رڳو خاڪو ئي هو. منهنجي ذهن ۾ ڪجهہ ڪونہ هو تہ ان ڪتاب ۾ نيٺ بہ ڇا لکندس ۽ ڪيئن لکندس. اڄ کان سترهن سال پهرين ( 1958 ) جڏهن پهريون ڀيرو سوويت يونين ڏٺو هوم تڏهن ذهن خوشي ۽ حيرت ۾ ٻڏل هو ۽ خيالن جو هڪ هجوم هو جيڪو ڪنهن بہ نئين شيءِ کي ڏسڻ سان ڪاهي ايندو آهي. سو تڏهن اهڙو ڪتاب هڪڙي نشست ۾ لکي پئي سگهيس، پر پوءِ هيڏن سالن

ڪان پوءِ ۾ هيڏا پيرا هُتي وڃڻ ڪان پوءِ ان پهرين ڪيفيت جهڙو لطف پيدا ٿيڻ مشڪل ئي هو. گهٽيون ئي خوبصورت يادون ڏنڏلائجي چڪيون هيون، بس ڪجهه اڻ چٽا نقش باقي آهن.
جيڪو ڪجهه بعد ۾ ڏٺم ۽ ٻڌم سو سڀ به انهن سان ملي گڏوچڙ ٿي چڪو آهي، انڪري جڏهن لکڻ جو وقت آيو ته انهن وکريل خيالن کي يڪجا ڪرڻ جو ڪو به نسخو هٿ ڪونه آيو . انڪري ئي ڪتاب مڪمل ڪرڻ جو جيڪو وقت مقرر ٿيل هو ان جي پڻ پابندي نه ٿي سگهي. سو فيصلو ڪيم ته ترتيب ۾ بي ترتيبي تي ڌيان ڏيڻ بدران جيڪي جيڪي ڳالهيون جيئن جيئن ذهن ۾ ايندديون وڃن تيئن تيئن ئي لکندو وڃان ۽ مون ائين ئي ڪيو. بس رڳو داغستان بابت هڪ مضمون اڳ ۾ لکي رکيو هئم. سو ان ۾ شامل ڪري ڇڏيم. سو هيءَ ڪتاب نه ته ڪنهن صحافيءَ جي رپورٽ آهي، نه ئي ڪنهن مبصر جو تجزياتي مطالعو آهي. اهي ته بس هڪ دوست، هڪ تماشائيءَ جون يادون آهن، جن مان انهن جي معلومات ۾ ڪو به اضافو ڪو نه ٿيندو جيڪي اڳ ۾ ئي سوويت يونين ڏسي چڪا آهن يا جن سوويت يونين جي باري ۾ گهڻو ڪجهه پڙهيو آهي، پر جيڪي ان بابت ڪجهه نٿا ڄاڻن ، تن لاءِ انهن ساروڻين جي ڪا تصوير دلچسپيءَ جو باعث بڻجي ۽ هو ان عظيم سرزمين ۾ ان تي رهندڙن لاءِ ڪجهه قربت محسوس ڪري سگهن. جيڪڏهن ائين ٿيو ته آءٌ پائيندس ته منهنجي محنت اجائي نه ٿي. هن ڪتاب کي لکڻ ۾ محنت جو گهٽ ۽ محبت جو واسطو وڌيڪ آهي. محنت طلب ڳالهيون جهڙوڪ تاريخ، جاگرافي ۽ انگ اکر ڏيڻ جهڙا ڪم محنتي ماڻهن پهرين ئي ڪتابن ۾ ڪري رکيا آهن، جيڪي علم جي شوقينن لاءِ هڪيا حاضر آهن.

از ما بجز حکایت مهر و فا مپروس

ڪتاب جي مسودي جي ترتيب، تدوين، ڪتابت ۽ پروف پڙهڻ جي سموري ذميواري منهنجي مهربانن ۽ عزيز مرزا ظفر الحسن ۽ اداره يادگار غالب ڪراچيءَ جي ڪاوشن ۽ محنتن جو نتيجو آهي، ان احسان لاءِ آءٌ سندس شڪرگذار آهيان.

فيض احمد فيض

ماسڪو۔ آگسٽ 1975ع

## ٻاب پهريون

# تصور

19،18 ۽ 1920 رڳو زمانو آهي. صحيح مهيني ۽ سال جو اندازو ان وقت ڪنهن ڪي هو. ننڍپڻ جون سڀ ڪان پراڻيون ۽ ڌنڌليون يادگيريون آهن. پهرين مهاڀاري جنگ ختم ٿي چڪي هئي. هڪڙي پاسي انگريز حڪمران ۽ انهن جا ڏيهي ساٿي فتح جو جشن ملهائي رهيا هئا، روڊن تي رنگين جهنڊيون هڻي رهيا هئا. توپُن جا ٺڪاءَ پئي پيا. فوجي سوار گشت ڪري رهيا هئا. ٻئي پاسي قومي آزاديءَ جي تحريڪ شروع ٿي چڪي هئي. روزانو جلسا جلوس هئا ۽ نعرا هئا: " جو بولي سو نهال ست سري آڪال"، "نعره تڪبير الله اڪبر" قومي

نعرا هئا: ” بندي ماترم“، ”تودي بچہ هاءِ هاءِ!“، ”آزادي اسان جو پيدائشي حق آهي.“ وڏا وڏا ليڊر گلن سان پريل گاڏين ۾ شهر مان گذرن پيا: هي موتي لال نهرو آهي. هي محمد علي ۽ شوڪت علي آهن. اهو ابوالڪلام آزاد آهي. هي بابا کڙڪ سنگھہ آهي ۽ ڊاڪٽر ڪچلو آهي. جاءِ جاءِ تي ڪين پليڪارڪرڻ لاءِ وڏا دروازا سجايا ويا آهن. بازارين ۾ ماڻهن جا هجوم آهن. اڄ ترڪن جي فتح جي خوشيءَ ۾ شهر ۾ چراغان آهي تہ سڀاڻي ڪنهن ليڊر جي گرفتاريءَ تي سڄي شهر ۾ سناٽو آهي.

انهن ئي يادگيرن ۾ ڪٿي رليل مليل آهن: اخبارن جون سرخيون، اخبار کپائيندڙن جا هوڪرا: روس ۾ زار شاهيءَ جو تختو اونڌو. لينن مزدورن جي حڪومت قائم ڪري ڇڏي. سرخ انقلاب اچي ويو. ماڻهو سس پس ڪري رهيا آهن. اسان جي گهر جي اوطاق ۾، اسڪول جي اسٽاف روم ۾، پاڙي جي مسجد ۾، هر جاءِ تي رڳو هڪڙي ئي ڳالهہ آهي: ” هيءُ روسي انقلاب ڪيئن آيو ؟ ڇو آيو ؟ ڇا اهي انقلابي فوجون هندستان اچي اسان کي بہ آزاد ڪرائينديون ؟ هارين ۽ مزدورن جي حڪومت ڪيئن هوندي آهي ؟“ وغيره وغيره.

جڏهن بابا ڪورٽ هليو ويندو هو تہ اوڙي پاڙي جا ماڻهو جيڪي اوسي پاسي پنهنجو ڪاروبار ڪندا هئا ۽ دڪاندار هئا، اسان جي گهر ٻاهران نهيل ٿلهي تي اچي ڪٺا ٿيندا هئا، جتي بابا پنهنجي مؤڪلن جي ويهڻ لاءِ بينچون ۽ موڙها رکيا هئا. جيڪڏهن ڪو گراهڪ آيو تہ جلدي ڪيس گهربل شيءِ ڏيئي وري واپس اچي ويهي رهندا هئا. الله ڏنو پهلوان، چراغ دين تيلي، الله رکيو ڪاسائي، خوشيا حجم ۽ انهن جا يار دوست ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڏيهي توڙي پرڏيهي سياست بابت گپوڙا هڻندا هئا: ” اڙي! ڪجهہ ٻڌو اٿئي مهاتما گانڌي ۽ محمد علي شوڪت علي گڏجي اعلان ڪيو آهي تہ هڪ سال

جي اندر اندر سيئي انگريز لاٽ، ڪمشنر، ڊپٽي ڪمشنر ڪڍيا ويندا ۽ سندن جاءِ تي اسان جا ماڻهو رکيا ويندا ۽ سچي اهو به ٻڌو اٿئون ته غازي ڪمال پاشا جي فوج انگريزن کي هارائي هاڻ افغانستان ڏانهن وڌي پئي!". " هائو پائو روسي فوج به ان سان ملي وئي آهي. روس جي بادشاهه زار جو تختو ئي اونڌو ڪري ڇڏيو اٿن! چون ٿا هتي هڪڙو ليڊر لينن نالي پيدا ٿيو آهي. هن مزورن جي فوج ٺاهي آهي ۽ بادشاهه کي پڄائي سموري دولت غريبن ۾ ورهائي ڇڏي اٿن. "مزورن جو راڄ بڻايو آهي." "شاباس شينهن جا پٽ!يار پنهنجي آغا صفدر کي چئو هو به ڪا ڳالهه ڪري ته اسان جو به ڪجهه ڀلو ٿئي. (آغا صفدر فيض جي شهر جو سياسي ليڊر هو) ڪا اهڙي ڳالهه ڪري جو اصل مزو اچي وڃي. هن سامهون رهندڙ ساهوڪار لالا هرجن راءِ جو مال ورهائجي ته اسان سيني جي چاندي ٿي وڃي."

روس، لينن ۽ انقلاب جون ڳالهيون - انهن وسري ويل وقتن جون پهريون پيرو ڪن تي پيون هيون. منهنجي ننڍڙي ذهن ان بابت ڇا سوچيو هو هاڻي ان باري ۾ ڪجهه نٿو چئي سگهجي. آءٌ جڏهن ٿورو وڏو ٿيس ته اسڪول وڃڻ لڳس ۽ پڙهڻ لکڻ ۽ ٻين وندر ورونهن جي ڳالهين ۾ گم ٿي ويس ۽ ٻيو سڀڪجهه وسري ويو. ڪيترن ئي سالن کان پوءِ روس جي هڪ نئين تصوير منهنجي ذهن ۾ ابرڻ لڳي. تڏهن سوويت يونين جي نالي سان گهڻي آشنائي نه هئي. يونيورسٽيءَ ۾ انگريزي ادب ۽ خاص ڪري اڻويهين صديءَ جو ادب منهنجو مضمون هو سو انگريزي ادب سان گڏوگڏ اسان لاءِ باقي يورپي ادب جو مطالعو پڻ لازمي هو ۽ ڪجهه پنهنجي شوق جي ڪري به هيڏانهن هوڏانهن جا ڪتاب پيو پڙهندو هوس. ائين روس جي ڪلاسيڪي ادب سان منهنجو تعارف ٿيو ۽ ائين پشڪن، گوگل، دوستو يفسڪي، ترگنيف ٽالسٽاءِ ۽ چيخوف کي پيري پيري

سان پڙهندي گم ٿي پئي ويس ۽ پراڻي روس جي دنيا منهنجي نظرن
مان گذري وئي. بي زبان ۽ بيڪس هاري ۽ مزور، عياش ۽ خود پسند
امير ڪبير، رسڪڻو روح رکندڙ نوجوان، عاشق مزاج محبوبائون،
جُوڪا انقلابي جوان، آفيمي دانشور، اونداها ڪاٺ جا گهر،
جڳمڳائيندڙ محلات، گهاٽا ٻيلا ۽ ويران پوٺا، رڻ پٽ ۽ درياهه،
جنگ ۽ عشق، سازشون ۽ رقابتون، نتاشا، پرنس بولڪسونسڪي،
اينا ڪرينا، اوبلوموف، حچاوانيا، ڪراموزوف خاندان، ظلم ۽ ان جو
توڙ جبر ۽ بغاوت، اداسي ۽ رنگيني، نيڪي ۽ بدي، ذلت ۽ شرافت
ڪنهن فلم وانگيان پردي تي سوين منظر گذرڻ لڳا. قسمين قسمين
ڪردار رنگارنگي جذبات، مختلف سماجي قوتن ۾ ڇڪتاڻ ۽
ويڙهاند جو ڏيک ۽ ان جي پسمنظر ۾ ڦٿڪندڙ اها سرزمين اڌ
اونداهي، اڌ سجي ۽ ڳگريل ڌرتي جنهن جي اجهاڳ سانت ۾ رکي
رکي ايرندڙ بگهڙن جي اوناڙ ڪڏهن ڪنهن رئيساڻي گاڏي ۽ جي
سريلين ٽلين جو آواز ته ڪڏهن سائبيريا ڏانهن ويندڙ مجرمن جي
قافلي جا فضا ۾ گونجندڙ ماتمي گيت ۽ هن ڌرتيءَ جا رهندڙ
جذباتي، مٽي ڦريل ۽ مونجهي من وارا ماڻهو. جاتي اجاتي ۾ ڪنهن
اٽڃاڻ ماڳ جا راهي ۽ اهو سڀني ساڃاهه وندن تي پڏرو هو. پوءِ جيئن
پرنس آندري بالڪسونسڪي ان بم کي بيوسيءَ مان ڏسندو رهيو هو.
جيڪو سندس صحتمند جسم کي چيٿڙن ۾ بدلائڻ وارو هو ۽
ڪائونٽ ڪروپوٽڪن پڻ اهڙي ئي بيوسيءَ مان پنهنجي گهر کي
ڦرجندي ڏسي رهيو هو. ان وانگيان ئي سندن حڪمران طبقو جڳ
جهان کان بيخبر پنهنجي چٽي پٽي تباهيءَ ڏانهن وڌندڙ.

ڪاليج ۾ ٻه چار ٻيا به هم ڪلاسي هئاسين جيڪي ان سرزمين
جي جادوءَ ۾ جڪڙيل هئاسين ۽ اسين ڪلاڪن جا ڪلاڪ انهن
ڪلاسيڪي ڪتابن جو ۽ انهن جي ڪردارن جو ڇيد ڪندا رهندا

هئاسين پر اسين پراڻي دنيا ۾ ايڏا گُم هئاسين جو انقلاب کان پوءِ نئين سوويت دنيا تي اسان گهڻو ڌيان ڪو نہ ڏنو البتہ اسان کي ان دنيا جي وجود جو اڻ چٽو احساس ضرور هو اهو بہ انگريز جو صديءَ جي بئي ڏهاڪي جي پڇاڙيءَ ۾ گهٽين ۽ پاڙن ۾ تہ نہ پر ڪن نوجوان حلقن ۾ لينن، سوشلزم ۽ انقلاب جي هاڪ ضرور هئي. ننڍي ڪنڊ ۾ اهي دهشت پسند تحريڪ جي عروج جا ڏينهن هئا.

چٽاگانگ آرمي ڪيس، ڪاڪوري ڊڪيتي ڪيس، ڀڳت سنگهہ، آزاد، شير جنگ هر گهر ۾ انهن جا تذڪرا هئا. ميرٽ سازش ڪيس بابت آءُ اڳ ئي ٻڌي چڪو هوس. ڀڳت سنگهہ جي تحريڪ ۾ منهنجا ٻہ ٽي ويجها دوست بہ شامل هئا. انهن جو اڳواڻ خواجہ خورشيد انور هو جيڪو هاڻوڪو مشهور ميوزڪ ڊائريڪٽر آهي. هن هاسٽل ۾ منهنجي ڪمري کي ”ڳجهي لٽريچر“ ورهائڻ جو اڏو بڻايو هو. انهن مان گهڻيون لکڻيون ڪارل مارڪس، لينن ۽ روسي انقلاب بابت هيون جن کي آءُ بہ ڪڏهن ڪڏهن اچاتري نظر سان ڏسي وٺندو هوس. ان کان سواءِ روز ڪو نہ ڪو انقلابي پوسٽر ڪاليج جي نوٽيس بورڊ تي لڳل هوندو هو تہ ڪڏهن وري روزاني اخبارن جي تهہ ۾ لڪل ملندو هو.

هن تحريڪ جي اثر هيٺ قومي جلسن ۽ جلوسن جو رنگ ئي بدلجي ويو. هاڻ ان ۾ سوراج ۽ بندي ماترم بدران ”انقلاب زنده آباد“ جا نعرا لڳندا هئا ۽ ”سارے جہاں سے اچھا ہندوستاں ہمارا“ جي جاءِ تي ”سر کٹانے کی تمنا اب ہمارے دل میں ہے“ ڳايو ويندو هو. ان ئي زماني ۾ شيخ عبدالله، ڪشمير جي مهاراجا جي خلاف بغاوت جو عَلم بلند ڪيو. هڪڙي شاگرد سينيٽ هال ۾ گورنر مانٽ مورمنسي تي گولي هلائي، ڀڳت سنگهہ ۽ سندس ساٿين اسيمبليءَ تي بم اڇلايو ۽ انيڪ انقلابي ڪمن جون خبرون لڳيون. انهن سمورين ڳالهين سان

روسي انقلاب بابت نندپڻ جون ڪجھ يادون تازيون ٿي ويون پر ان سڀ تي دوستو يفسڪي ۽ ٽالسٽاءِ جون اپريل تصويرون پوءِ بہ ڇانيل رهيون.

پوءِ ان تصوير جي مٿان هڪ ٻي تصوير چٽي ٿيندي وئي. هاڻي آءٌ پنهنجي تعليم پوري ڪري ڊنڊي روزگار جي تلاش ۾ هئس. هيءُ عالمي ڪساد بازاري ۽ اقتصادي بحران جو دؤر هو. اَنُ ڪوڏين مُلھ پئي وڪاڻو ۽ بکيا هاري بہ ويلا مانيءَ لاءِ ڏرتي ماتا سان سڱ ڇني وڃي شهرن ۾ دربدر ٿيا. بيروزگاريءَ جو ڪو انت ۽ ڇيھ نہ هو ۽ ملازمت اڻلڀ هئي. شريف ويچارا ذليل پئي ٿيا تہ عزتدار گهرن جون ڇوڪريون بازار ۾ وڃي ويٺيون هيون. رڳو سرمائيدارن ۽ شاهوڪارن جي چاندي هئي، جيڪي پنهي هٿن سان حاجتمندن جي مال ملڪيت، عزت ۽ غيرت کي ڦري لٽي رهيا هئا. جيتري قدر مون کي خبر آهي تہ نندي ڪنڊ جي سياست تي ان بحران جي اثرن بابت ڪڏهن ڪو تفصيلي مطالعو ڪو نہ ٿيو. هن مطالعي سان گهٽين سياسي تحريڪن جي ابتدائي محرڪن ۽ ڪارڻن تي روشني پئجي سگهي ٿي. ان بحران کان پهرين پرڏيهي سامراج ۽ قومي آزاديءَ جو مسئلو تہ سيني جي نظرن ۾ هو. هاڻي نين حالتن ۾ قومي دولت جي ونڊ ورڇ، اميري غريبي، سرمائيدار ۽ مزدور، هاري ۽ وڏيرو بندگي ۽ خواجگي مڙني معاشي ۽ معاشرتي مسئلن جا پهاڙ آڏو هئا ۽ هر با شعور ان پهاڙ اُکرڻ جي فڪر ۾ هو. هاري حقدار تحريڪون هليون. مزدور تحريڪ زور تي ۽ قومي آزاديءَ سان گڏوگڏ سوشلزم ۽ سماجي عدل ۽ مساوات جي مطالبن پڻ زور پڪڙيو.

1935ع ۾ جڏهن مون امرت سر جي هڪ ڪاليج ۾ پڙهائڻ شروع ڪيو تڏهن هتي جا نوجوان استاد پڻ انهن بحثن ۾ الجهيل هوندا هئا. هڪڙي ڏينهن منهنجي دوست صاحبزاده محمود الظفر

(مرحوم) مون کي هڪ سنهڙو ڪتاب ڏنو ۽ چيو: ”هان هي پڙهه، ايندڙ هفتي هن تي بحث ڪجانءِ پر ڌيان رهي غيرقانوني ڪتاب آهي، انڪري سنڀالي رکجانءِ.“ اهو ڪتاب هو ”ڪميونسٽ مينيفيسٽو“ جيڪو مون يڪساهيءَ پڙهي ڇڏيو بلڪ ٻه ٽي ڀيرا پڙهيو.

انسان ۽ فطرت، فرد ۽ سماج، سماج ۽ طبقا، طبقن ۽ اپت جي ذريعن جي ورڇ، پيداواري ذريعا ۽ پيداواري رشتا، پيداواري رشتا ۽ سماجي ارتقا، انساني دنيا جا گُتيل ۽ مُنجهيل رشتا، قدر، عقيدي، فڪر ۽ عمل وغيره بابت ائين لڳو ڄڻ ڪنهن ڳجهي خزاني جي چاٻي ڪنهن هٿ ۾ ڏئي ڇڏي هجي. ائين سوشلزم ۽ مارڪسزم سان منهنجي دلچسپي جي شروعات ٿي. ان کان پوءِ لينن جا ڪتاب پڙهيم ۽ لينن جي آڪٽوبر انقلاب ۽ سندس انقلابي سرزمين بابت ڄاڻڻ جي خواهش ٿي. انقلاب بابت جان ريڊ جو ڪتاب The Days that Shock the World پڙهيم. وچ ايشيا بابت ڪنٽر جو ڪتاب Dawn Over Samarkand جو مطالعو ڪيم ۽ پوءِ سوويت سماج بابت سڊني ۽ پيٽرس ويب جو ڪتاب ”ڊين هيوليٽ جانسن“ رس ڊاب ۽ لنڊن جي ليفٽ بوڪ ڪلب جا ڇپيل ٻيا ڪيترائي ڪتاب پڙهيم. انهن سمورن ڪتابن جي ملڪ ۾ اچڻ تي بندش هئي ۽ اهي پاڻ وٽ رکڻ پڻ ڏوهه هو انڪري انهن ڪتابن جي مٿان ڪنهن ٻئي ڪتاب جو ٽائيٽل چنبڙائي رکيو ويندو هو. ڪنهن ايندڙ ويندڙ جي هٿان گهرايا ويندا هئا ۽ پوءِ اهي ڪتاب لِڪ ڇُپ ۾ هٿو هٿ طلبيندڙن تائين پهچايا ويندا هئا. ڪتابن کان سواءِ اسان جا ٻه ٽي بزرگ دوست اهڙا به هئا جن انقلاب جو شروعاتي دؤر پنهنجين اکين سان ڏٺو هو. هڪڙو ته اسان جو دوست فضل الاهي قربان هو جنهن سان گڏجي اسان ٽريڊ يونين ۾ ڪم شروع ڪيو هو. هڪڙو دادا فيروز دين منصور (مرحوم) هو جيڪو پوءِ پاڪستان ڪميونسٽ

پارٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري بڻيو ۽ جنهن سان گڏ جيل ۾ گهڻو وقت گذريو. هن ڪان وچ ايشيا ۾ انقلابي جدوجهد جا ڪيترائي قصا ٻڌا، جن کي ٻڌائڻ لاءِ به هڪ الڳ ڪتاب گهرجي. ٻيا ڪجهه ترقي پسند نوجوان تعليم پوري ڪري يورپ مان موٽيا هئا جن ۾ سيد سجاد ظهير هو. ڊاڪٽر تاثير هو زيڊ.اي احمد هو. ان کان پوءِ ملڪ راج آنند پڻ ڪجهه ڏينهن لاءِ آيو هو. اهي سيئي پاڻ ته سوويت يونين ڪو نه ويا هئا پر يورپ ۾ گهڻن ئي ماڻهن کان هتي جو اکين ڏٺو احوال ٻڌي چڪا هئا ۽ ان بابت تمام گهڻو لٽريچر پاڻ سان گڏ آندو هون. ان ئي زماني ۾ هندوستاني ترقي پسند مصنفين جي انجمن قائم ٿي چڪي هئي ۽ سوويت انقلابي اديبن جا ڪتاب نوجوان ليکڪن لاءِ وظيفو هئا. گورڪي، مايا ڪوفسڪي ، شولو خوف، الڪسي ٽالسٽاءِ، اليا اهرن برگ ۽ جنهن جنهن جو به انگلش ۾ ترجمو موجود هو تنهن کي وڏي شوق سان پڙهيو ويو. سعادت حسن منٽو جيڪو پوءِ اردوءَ جو وڏو افسانه نگار بڻيو، ذري گهٽ منهنجو هم عمر ئي هو پر انهن ڏينهن ۾ هو ڪاليج ۾ رسمي طور منهنجو شاگرد بڻيو. رسمي طور انڪري ٿو چوان جو هو ڪاليج ته ڪڏهن شايد ئي آيو هجي پر هر ٻين چوٿين ڏينهن ڪنهن نه ڪنهن روسي اديب جو ڪتاب کڻي ۽ پنهنجو ترجمو کڻي مون وٽ بحث مباحثي لاءِ ايندو هو يا ڪڏهن وري ان ترجمي ۾ ترميم ۽ تصحيح لاءِ ايندو هو.

اهو سيڪجهه پڙهي، ٻڌي مون ان ئي تصوير ۾ رنگ ڀرڻ شروع ڪيا. هڪ آزاد ۽ غير طبقاتي سماج جي تصوير. هڪ اهڙو سماج جتي ڪو به سرمائيدار ناهي، جتي ڪوئي جاگيردار ۽ زميندار ناهي، نه ڪو آقا آهي نه ڪوئي غلام، نه ڪير روزگار جي تلاش ۾ ڌڪا ٿو جهلي نه ئي ڪو سياڻي جي فڪر ۾ ورتل آهي. جتي هاري ۽ مزدور راڄ ڪن ٿا ۽ سمورو ڪار وهنوار سندن ئي مرضيءَ سان هلي ٿو.

"هاري مزدور راڄ" تان ياد آيو تہ ڪجهہ سال پهرين اسان جي ڏيءَ سليمہ لنڊن ـ ماسڪو رستي پاڪستان اچي رهي هئي. مون کي بہ ماسڪو مان هن سان گڏ اچڻو هو. ان جهاز ۾ پاڪستان جا ڪجهہ اڌپڙهيل ڇٽ ماڻهو بہ هئا، جيڪي انگلستان مان پنهنجن مزدور مائٽن سان سندن ئي خرچ تي ملي موٽيا پئي. شري متوا ايئرپورٽ تي منهنجا ڪجهہ دوست مون کي ڇڏڻ آيا هئا. انهن کان موڪلائي آءٌ جهاز تي چڙهيس. منهنجي پاسي ۾ هڪ اهڙو ئي ڳوٺاڻو بزرگ ويٺو هو. مون کان پڇيائين: "اوهين وزير آهيو؟"

مون چيو : "نہ"

"ڪو وڏو آفيسر آهين ؟"

"نہ"

"بزنيس مين آهين ؟"

"نہ"

"تہ پوءِ ايترا ماڻهو توکي ڇڏڻ لاءِ ڇو آيا هئا؟"

مون ٻڌايو تہ اهي سڀ منهنجا پراڻا دوست آهن انڪري ڇڏڻ آيا هئا.

"ڇڱو تہ هي پلا ڪهڙو ملڪ آهي؟"

"روس، ان کي سوويت يونين پڻ چوندا آهن."

"هتي جو بادشاهہ ڪير آهي؟"

"هتي جو ڪو بہ بادشاهہ ناهي." وڌيڪ چيم.

"پنهنجي بادشاهہ کي تہ انهن پهرين ئي هٽائي ڇڏيو هو هاڻي هتي هارين ۽ مزدورن جي حڪومت آهي."

"اوهو" پوڙهي ماڻهو ڏاڍي ڏک مان چيو: "اسان تہ ٻڌو هو تہ روس الاهي وڏو ۽ امير ملڪ آهي پر هتي جا حاڪم بہ جيڪڏهن اسان جهڙا هاري ۽ مزدور آهن تہ پوءِ تہ هي ويچارو صفا غريب ملڪ هوندو."

خير، اصل ۾ ڳالهہ پئي ٿي تہ ان زماني ۾ اسان جيڪي ڪجهہ پڙهيو ۽ جيڪي ڪجهہ ٻڌو ان پٽاندڙ ئي اسان سوويت سماج ۽ سوويت انقلاب جا خيالي نقش پنهنجي ذهن ۾ پئي ترتيب ڏنا. لينن ـ گراڊ شهر، سمالئي انسٽيٽيوٽ، جنگي جهاز آرورا، ڪريملن جو محل، تاشقند، سمرقند ۽ بخارا جا قديم آثار گورن، روسين ۽ انهن جي پرڏيهي دوستن جي پيشہ ور منظم تربيت جا قصا، فوجين سان انقلابي مزور دوستن جي لڙائي، مزور جيڪي هٿيارن کان وڌيڪ پنهنجن هٿن تي ڀاڙي رهيا هئا. اهي معرڪا اسان جي ڪن بزرگ دوستن اکين سان ڏنا هئا. اهي دوست جيڪي 1919ع ـ 1920ع ۾ خلافت جي ”هجرت تحريڪ“ جي اثر ڪري پنهنجا گهر ٻار ڇڏي جهاد خاطر ترڪي ڏانهن پنڌ پيا هئا ۽ واپس گهر موٽڻ تائين اتي ئي رهيا هئا. انهن ئي ٻڌايو هو تہ جڏهن سندن لٽيل قافلو ڪوهہ هندوڪش جي برف ۽ افغانستان جي دشت ۽ درياهہ مان گذري ازبڪستان ۾ داخل ٿيو تہ، ان علائقي ۾ جاءِ جاءِ تي انقلاب جي حامين ۽ انقلاب جي مخالفن جي مسلح جٿن ۾ جنگ ۽ قتل و غارتگري هلي رهي هئي. ان جنگ ۾ مورچن ۽ صف بندين جي ڪائي ضرورت نہ هئي. هڪڙو علائقو اڄ جيڪڏهن انقلابين جي هٿ ۾ آهي تہ، سڀاڻي سندن دشمنن جي قبضي ۾. انڪري اهي ماڻهو ڪڏهن اسير هئا تہ ڪڏهن وري آزاد ٿي ٿيا، ايتري تائين جو سرخ فوج جي ڪنهن جٿي انهن کي حفاظت سان بخارا تائين پهچايو. جتان بخارا جو امير پنهنجن ٻانهين ۽ ونين سوڌو بخارا مان ڀڄي چڪو هو. اُن مٿي پيرين اگهاڙي لٽيل ڦريل قافلي کي بخارا جي امير جي گهر ۾ ئي رهايو ويو هو ۽ کين اها بہ اجازت ڏني وئي تہ کين محل جي توشہ خاني ۾ رکيل سامان مان پنهنجي لاءِ ڪي شالون، دوشالا ، خلعتون جي پسند ڪن تہ ڪٽي سگهن ٿا. اهو محل منهنجو ڏٺل آهي، اهو ٻنهہ اهڙو آهي جهڙا

اسان جي راجائن مهاراجائن جا محل هئا. وڏا وڏا باغ، غلام گردشون، دربار هال، جهاڙ، فانوس، وغيره. بس، هڪڙي شيءِ ئي مون کي عجيب لڳي سا هئي: باغ ۾ هڪ وڏي شفاف تلاءُ جي ڪناري ٺهيل چبوتري (ٿل) تي ڪاٺ جون ڪجهه ڏاڪڻيون هيون ۽ مٿي ”شهه نشين“ يعني شهنشاهه جي ويهڻ جي جاءِ ٺهيل هئي. گائيڊ مون کي ٻڌايو هو ته هر سال جڏهن حسين ڇوڪرين کي ٻانهيون بڻائي آندو ويندو هو ته انهن سمورين حسينائن کي ان تلاءُ جي ڪناري تي ڪٺو ڪيو ويندو هو. ان ٿل تي امير جو تخت سجايو ويندو هو ۽ هو هڪ صوف هٿ ۾ ڪٺي تخت تي ويهندو هو. پوءِ انهن ڪنيزن کي حڪم ڏبو هو ته هو ڪپڙا لاهين ۽ تلاءُ ۾ وهنجن. انهن مان جيڪا ڪنيز امير کي وڻي ويندي هئي، ته هو ان ڏانهن صوف اڇلائيندو هو ۽ هو شاهي حرم ۾ شامل ٿي ويندي هئي. اها روايت صحيح آهي يا غلط، پر پنهنجن پراڻي دور جي اميرن جا لڇڻ ڏسي پڪ ٿئي ٿي ته اها ڳالهه گمان کان پري ناهي.

منهنجو هڪڙو دوست ٻڌائيندو آهي ته سندس رهائش ته تاشقند ۾ هئي پر کيس آذربائيجان ۽ گرجستان جي رستي ماسڪو وڃڻ جو به اتفاق ٿيو جتي لينن جي اڳواڻيءَ هيٺ انقلابي سماج جي پيڙهه رکي پئي وئي. هوڏانهن ڪيترن ئي طرفن کان ڏيهي ۽ پرڏيهي ويرين جي جُلهه هئي. هيڏانهن پراڻو انتظامي سرشتو هيٺ مٿي ٿي چڪو هو بئنڪون، ريلون، ٽپال گهر، رسل رسائل، ڪا به شيءِ ٺيڪ نه هئي. ڏُڪ، لنگهڻ، غربت اهو سيڪجهه هڪ پاسي ۽ ٻئي پاسي عوام ۾ هڪ عجيب سرخوشيءَ جو عالم ۽ سوويت ڪميٽين جي قيادت ۾ نئين تعمير لاءِ اڻ ٿڪ جدوجهد ۾ لينن کان وٺي هڪ عام مزدور تائين هڪ جيترو جنبيل هو. هونئن ته زندگيءَ جي هر شعبي ۾ اورچائيءَ سان ڪم ٿي رهيو هو پر رسل رسائل جي درستي، بجليءَ

جي فراهمي، تعليم ۽ ثقافتي سرگرمين تي خاص زور ڏنو پئي ويو فلمون پئي ٺهيون، ناٽڪ پئي ٿيا، گيت پئي لکيا ويا. ڪٿي گهرن ۾ مائٽ پنهنجن ٻارن کي پڙهائي رهيا هئا ته ڪٿي وري اسڪولن جون ڇوڪريون ڪارخانن ۾ مزورن کي پڙهائي رهيون هيون. مختصراً اهو ته هي انقلاب مولانا رومر جي هن شعر جو جيئرو جاڳندو مثال هو:

هر بنائے نوکه آباداں کنند
اول آں بنیاد را ویراں کنند

انقلاب کان پوءِ جي تعميري دور جو احوال مون انهن ڪتابن ۾ پڙهيو جن جو ذڪر پهرين ئي اچي چڪو آهي. جنهن مان اندازو ٿئي ٿو ته هڪ پوري قوم، ماڪوڙين جي فوج جيان نئين بنياد ۽ نين منزلن ڏانهن گامزن هئي. نيون وسنديون آباد ٿي رهيون هيون. نيون زمينون آباد ٿي رهيون هيون. نوان واهه کوٽيا پئي ويا. نيون ڪاٽيون دريافت ٿي رهيون هيون، ريل ۽ روڊن جو جار وڇايو پئي ويو. نون ۽ عظيم ڪارخانن ۾ ديون جيڏيون وهيڪل مشينون ڪڙ ڪڙ ڪري رهيون هيون ۽ ان سرزمين جي ان ڪاياپلٽ سان ئي هڪ نئون انسان به وڏي ويجهي رهيو هو جنهن کي دولت جو هوس نه هو جنهن کي بيماريءَ جو، پيريءَ جو ۽ بيروزگاريءَ جو ڪو به ڊپ نه هو اولاد جي ڪا ڳڻتي نه هئي ۽ جنهن کي هن نئين معاشري، ادب، اخلاق ۽ قدرن جي هڪ نئين ذهني نظام سان روشناس ڪيو هو. هڪڙي پاسي اسان اهو پڙهيو ۽ ٻڌو هو ته اسان جا ڏيهي رجعت پرست پروپيگنڊا جي اثر هيٺ سوويت يونين بابت طرحين طرحين افواهه ڦهلائي رهيا هئا: " انقلاب جي ڪري زار روس جي عظيم الشان سلطنت جو بيڙو ٻڏي ويو آهي! هن معاشري جي ڪا به ڪل نيڪ ناهي، نه دين آهي، نه اخلاق آهي، گهرو زندگي ختم ٿي چڪي آهي، جنهن جي جيءَ ۾ جيڪو اچي، سو پيو ڪري، جبترا ڏينهن وٽيس ڪنهن سان به رهي ۽

وري ڪنهن هڪ ئي سان من مستيون ڪري! پارن کي حڪومت ڪٺي تي وجي، جتي انهن کي جبري طور ڪميونسٽ بڻايو ٿـو وجـي، سـمورو ملڪ هڪ بيگار ڪئمپ ۾ بدلجي چڪو آهي، جتي بيوس ۽ مجبور ماڻهن کان گهڻي مشقت جو ڪم ورتو ويندو آهي، سادو سودو پائڻ لاءِ ڏنو ويندو آهي ۽ دال روٽي کائڻ لاءِ ڏني وينـدي آهـي! هـر شـيءِ جـي اڻاٺ آهي، ڪنهن به ڳالهه جي آزادي نـاهـي ۽ مـاڻهـن جـي سـخـت مصيبت ۾ جان آهي!“

جيئن تہ سوويت يونين ۾ اچڻ وڃڻ تي ڪـافـي بـنـدش هـئـي ۽ گهٽ ماڻهو هتي جي اصل حالتن کان واقف هئا، انڪري گهڻن ماڻهـن کي اهي ڳالهيون هضم ٿي ويندڙيون هيون. حيرت ان تي آهي تـہ اهـڙا قصا اجا تائين بہ هلن ٿا، جيتوڻيڪ اڄڪلهہ هـزاريـن سـيـاح هـتـي گهمڻ ڦرڻ اچن ٿا ۽ بنا ڪنهـن روڪ جـي هـتـي جـي حـالـتـن جـو تفصيلي مطالعو ڪري سگهن ٿا. بهرحال ان دور ۾ مون جيڪا تصوير پنهنجي ذهن ۾ قائم ڪئي هئي، سا ڪـافـي رومـانـي ۽ مثالي تصوير هئي، جنهن جو هر تفصيل حقيقت تي آڌارڪ آهـي. اها پڻ تصوير اجا مڪمل نہ ٿي سگهي هئي تہ اُن تي وري هڪ نـئـيـن تصوير لهڻ شروع ٿي وئي.

1929ع جي وچ ڌاري مون وڌيڪ تـعـلـيـم حـاصـل ڪـرڻ لاءِ ڪئمبرج يونيورسٽي ۾ داخلا وٺي ڇڏي هئي. هـڪ اطـالـوي بـحـري جهاز جو ٽڪيٽ پڻ وٺي ڇڏيو هو ڪپڙا سـبـرائـي ڇـڏيـا هـئـا، رڳـو روانگيءَ جو انتظار هو. جهاز جي وچڻ ۾ ڪي ڏهہ ڏينهن ڪن هـئـا، تـہ خبر آئي تہ پي مهاڀاري جنگ شروع ٿي چڪي آهي ۽ ملڪ مان ٻاهر اچڻ وڃڻ جا سڀ رستا بند ٿي چڪا آهن. ان سان گڏ ئـي مـلـڪ ۾ ڪاهي ڏُر جي سيني جماعتن ۽ پارٽين تي حڪومت جي ڪـاوڙ اچـي لٿي. جيڪي بہ جاتل سڃاتل ۽ مشهور ورڪر هـئـا تـن سـيـنـي کـي

گرفتار ڪري راجستان جي ديولي ڪئمپ ۾ نظربند ڪيو ويو جيڪي روپوش هئا، انهن جي کوج ۾ گهر گهر ڇاپا هنيا ويا، بندش پيل لٽريچر جي تلاش ڪئي وئي. هتي ڪانگريس، ”هندوستان مان نڪرو تحريڪ“ شروع ڪري ڇڏي هئي ۽ ماڻهو هڪڙو هڪڙو ڪري گرفتاريون ڏئي رهيا هئا. سو اهي گهڻي هنگامي وارا ڏينهن هئا. مون امِرتسر کي خدا حافظ چئي لاهور جي هڪ ڪاليج ۾ نوڪري ڪري ورتي، انهن ڏينهن ۾ مون جهڙا جيڪي ڪيتري ئي عرصي کان هٽلرازم ۽ فاشزم جي خلاف لکڻ ۾ مصروف هئا ۽ انگريز سامراج خلاف عملي طور مصروف هئا، سي به چتائيءَ جو شڪار هئا پر جاپاني جنگبازن ۽ نازي ظالمن اسان جي اها مشڪل جلد ئي حل ڪري ڇڏي. هتي جاپاني فوجون سموري اوڀر ۽ ڏکڻ اوڀر ايشيا کي تباهه ۽ برباد ڪنديون نديءَ ڪنڌ جي در تائين اچي پهتيون ۽ هتي فاشسٽن جي حملي جا ڪارا بادل يورپ کي پامال ڪندا سوويت سرزمين کي پامال ڪرڻ لاءِ اچي پهتا. سو هاڻ اها تين تصوير اکين ۾ لهڻ لڳي : سوويت يونين جي ميدان ڪارزار جي تصوير. ان تصوير کي مون وڏيڪ ويجهو ئي ڏٺو آهي. جڏهن ٻن پاسن کان فاشسٽن جي فوج وڌڻ لڳي يعني اوڀر پاسي برما، اولهه پاسي اُتر آفريڪا ۽ اُتر پاسي ڏکڻ روس طرف وڌندڙ ڪاهن جو ٻڌي اسان کي پنهنجو ملڪ به ان ته پاسائين جُلهه جي منهن ۾ نظر اچڻ لڳو ۽ مون هندوستاني فوج ۾ نوڪري ڪري ورتي. ٻين فرضن سان گڏ منهنجي هڪڙي ذميواري اها به هئي ته ريڊيو لاءِ هڪ جنگي خبر نامو تيار ڪريون ۽ ان تي تبصرو به تيار ڪريون. هي 1942ع جو ذڪر آهي جڏهن گهڻو ڪري هر محاذ تي انگريز آمريڪي اتحاد فوجون ڀاڄ کائي رهيون هيون. فاشسٽن ۽ اسان جي وچ ۾ جيڪڏهن ڪا پٽ بيٺل هئي به، ته اها هئي سوويت فوج ۽ اتي جا ماڻهو جيڪي هر قدم تي دشمن فوجن

سان مهاڏو اٽڪائي رهيا هئا. مون انهن اعليٰ فوجي ڪمانڊرن جا نالا ٻڌا هئا: زوڪون، ڪوهنف، تموشنڪو هڊهني، راڪوسو فسڪي، ميلي نوفسڪي، گوروف وغيره. ڇاپامار گوريلن جا ڪارناما پڙهيم : زويا، متروسوف، گاشتنواس. ان دور ۾ اسان جن ڪيترن ئي دوستن جا جڏهن ٻار ڄمندا هئا تہ سندن نالا انهن جي نالن تي ئي رکيا ويندا هئا ۽ نئين ڄاول ڇوڪرين لاءِ زويا نالو گهڻو مقبول ٿيو. مختلف محفلن ۾ جنگ جو نقشو سامهون رکي هر معرڪي ۽ انهن جي فائدن ۽ نقصانن تي بحث ٿيندو هو. اتر، ڏکڻ، اوڀر، اولهہ ڪيترن ئي محاذن تي هڪ ئي وقت ڪيترو ئي رت وهي رهيو هو. اتر ۾ نووگراڊ، پسڪون، لينن گراڊ، اولهہ ۾ مينسڪ، سولينسڪ، ڏکڻ ۾ ڪئيف، ڊونيئر، خارڪوف، روستون، آن ڊان، هڪڙي هڪڙي ميدان تي حشر برپا هو. هر جاءِ تي رڳو پيشيور سپاهي ڪو نہ پئي وڙهيا پر انهن سان گڏ سموري قوم جا پوڙها، ٻار، عورتون ۽ مرد ڪيڏي نہ بي جگريءَ سان پئي وڙهيا. ان جو پوتاميل ڄاتل سڃاتل سوويت اديبن جي نظم ۽ نثر مان پئي جهلڪيو. اليا اهرن برگ، شولوخوف، سمونوف، سرڪوف، پوئٽي وائني ۽ ٻين گهڻن ئي ڄاتل اڻ ڄاتل اديبن سان پرپٽ شناسائي ٿي. هارين ۽ مزدورن هٿان تعمير ٿيل ان نئين دنيا، شهرن، وسندين، تفريح جي جاين، درسگاهن، بجلي گهرن، ڪارخانن ، تجربيگاهن، ٻنين، باغن کي تباهيءَ کان بچائڻ لاءِ انهن جي سرفروشيءَ جا داستان انهن اديبن رقم ڪيا. ان زماني ۾ اليا اهرن برگ جو لکيل جملو اڄ تائين مون کي ياد آهي تہ : ”زال مڙس جو ناتو ٽٽي سگهي ٿو. محبتون ختم ٿي سگهن ٿيون. عاشق ۽ معشوق جدا ٿي سگهن ٿا پر هڪڙو رشتو جيڪو ڪڏهن بہ ٽٽي نہ ٿو سگهي. سو آهي: ماءُ ۽ پٽ جو رشتو ۽ اسان جو وطن ئي اسان جي ماءُ آهي!“

جڏهن اسان جا سيئي دوست آزاد ٿي چڪا هئا، ڪميونسٽ پارٽي ۽ ڪابي ڏُر جي پارٽين تان پابندي کڄي چڪي هئي ۽ سيني جون نظرون مختلف محاذن تي ڪتل هيون. انهن بابت نظم لکيا ويا، گيت ڳاتا ويا. ڊراما اسٽيج ٿيا. آل انڊيا ريڊيو تان پهريون ڀيرو سوويت يونين بابت ڳالهائڻ جي اجازت ملي ۽ لکنوءَ جي هڪ ريڊيو مشاعري ۾ جتي اسين سڀ گڏ هئاسين: مجاز، سردارجعفري، جذبي، جان نثار اختر، مخدوم محي الدين (مرحوم) قازق شاعر جمبل جو منظوم ترجمو پنهنجي منڙي آواز ۾ پڙهيو هو:

صف اعداء کے مقابل ہے ہمارا رهبر

انهن ڏينهن ۾ هرروز خبرنامو تيار ڪرڻ جي ڪري مون کي يورپ ۽ سوويت يونين جي پوري جاگرافي ائين ازبر ٿي چڪي هئي، جو اتي جي ڪنهن شاگرد کي به ايتري خبر نه هوندي. اسان سيني جون آسروند اکيون انهن محاذن تي ٽِڪيل هيون. اسان کي نظرياتي سببن جي ڪري اهو يقين هو ته، فاشسٽ اها جنگ نه ٿا کٽي سگهن پر سيئي ماڻهو اسان جا هم خيال نه هئا. شروع شروع ۾ ڪجهه خوش فهم ماڻهو انگريز- آمريڪي فوجن جي هار تي خوش هئا ۽ ان غلط فهميءَ ۾ مبتلا هئا ته جاپاني- جرمن - اطالوي فوجون انهن کي انگريزن جي غلاميءَ مان اڇي ڪڍنديون. پر ڏکڻ اوير ايشيا ۾ جاپانين جي ظلم ۽ يورپ ۾ فاشسٽن جي فرعونيت سبب اها خوش فهمي گهڻي دير تائين قائم نه رهي سگهي، پوءِ به اهو انديشو عام هو ته فاشسٽ ديون آڏو سوويت يونين جا ماڻهو گهڻي دير نه بيهي سگهندا. انڪري جڏهن ماسڪو ۽ لينن گراڊ چئني پاسن کان محصور ٿي ويا ته اسان جي فوجي آفيسرن ۾ شرط لڳڻ لڳا ته اهي شهر ڪيترن ڏينهن ۾ فتح ٿيندا. ڪن جو خيال هو ته ٽي هفتا، ڪن چيو ته هڪ

مهينو مون پنهنجي هڪ انگريز دوست سان هڪ تي ٽيڻ جو شرط لڳايو ته هي شهر فتح ڪو نه ٿيندا ـ ۽ نيٺ آءٌ کٽي ويس.

۽ وري اسٽالن گراڊ، جيڪو هاڻي والگا گراڊ چورائي ٿو ۾ تاريخي جنگ شروع ٿي وئي. هاڻي سموري دنيا مان اتحادي فوجن کي نوان محاذ کولڻ لاءِ زور پوڻ لڳا. سيني ماڻهن محسوس ڪيو ٿي ته کٽڻ ۽ هارائڻ جو فيصلو ان ئي لڙائيءَ تي ٿيندو. اسين سيئي ساهه روڪيو اهي جنگي نظارا ڏسندا رهياسين، ٻڌندا رهياسين: "اج فلاڻي پاسي ۾ ٻنهي پاڙن کان ڇتي جنگ ٿي رهي آهي، ته سياڻي وري فلاڻي بازار لاشن سان ستيل آهي. نيٺ جڏهن سوويت فوج فتحمند ٿي، ته هندوستان ۾ دهل دماما وڄڻ لڳا. ڪجهه وقت کان پوءِ جرمن ڪمانڊر فان پالس جي ذاتي ڪار ۽ هڪ ٽئنڪ نمائش لاءِ نئين دهلي آنديون ويون. ڪناٽ سرڪس جي پوري وچ تي باغ ۾ اهي نماءُ لاءِ رکيون ويون. اوسي پاسي جهنڊيون لڳايون ويون، بئنڊ باجا وڳا ۽ خدا جي خلق اهو نظارو ڏسڻ آئي."

جنگ جي اها تصوير ڏاڍي دل دهلائيندڙ هئي پر ساڳئي وقت هن جنگ ماڻهن ۾ جوش ۽ ولولو به پريو هو. پوءِ جڏهن فاشسٽ طوفان چڙهي لهي ويو، اتحادين جي فتح ٿي ۽ برلن تي ڳاڙهو جهنڊو ڦڙڪڻ لڳو ته، ان ئي تصوير جا انيڪ نقش ماڻهن جي دلين تي ڇپجي ويا.

اهي هئا مختلف تاثرات جيڪي مختلف وقتن تي، مختلف صورتن ۾ اسان جي دل ۽ دماغ تي ڇانئجي ٿي ويا. هاڻي طلب فقط ايتري هئي ته ان جي تصديق ڪيئن ڪجي ۽ ڪيئن ڏسجي ۽ پڪ ڪجي ته دراصل سوويت سرزمين ۽ اتي جو سماج سچ پچ ته ڪيئن آهي؟



باب ٻيون

# تعارف

1949ع سپٽمبر ـ آڪٽوبر جو مهينو هو اسين سيئي لاهور ۾ ٻئين ترقي پسند مصنفين ڪانفرنس جي تيارين ۾ رڌل هئاسين، سوويت يونين سان پاڪستان جو سفارتي تعلق ڪافي اڳي قائم ٿي چڪو هو پر اجا تائين ٻه پاڙ ۾ ملڻ سِلڻ جو ڪو سلسلو ڪو نه جڙيو هو. انڪري اميد نه هئي ته هُتان ڪير ايندو پر محض دوستيءَ جي اظهار لاءِ هڪڙو دعوت نامو موڪلي ڇڏيوسين ۽ اوچتو هڪڙي ڏينهن " تار" ملي ته روسين جو وفد لاهور لاءِ روانو ٿي چڪو آهي ته

خوشي بہ ٿي تہ حيرت بہ. اهو وفد ڪانفرنس دوران تہ ڪو نہ پهچي سگهيو پر چئن ڏينهن ڪان پوءِ پهتو پر اهو بہ سنو ئي ٿيو ڇو تہ ڪانفرنس جي آخري اجلاس ۾ ڪن ناسمجهو ماڻهن هنگامي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ ڳالهہ مار موچڙي تائين وڃي پڳي هئي. ان سان ڪانفرنس جو تہ ڪجهہ ڪو نہ بگڙيو پر جي مهمان هجن ها تہ ضرور برو لڳي ها. اسين پوري ٽائيم تي مهمانن کي وٺڻ لاءِ لاهور جي پراڻي ايئرپورٽ پهتاسين، جن ۾ ميان افتخار الدين (مرحوم)، سي آر اسلم، احمد نديم قاسمي، مظهر علي خان ۽ سندس بيگم طاهره، صفدر مير، عبدالله ملڪ، حميد اختر، شميم اشرف، اشرف ملڪ ۽ ٻيا دوست شامل هئا. هوائي جهاز مان مهمانن جو وفد ٻاهر آيو. نڪولائي تخونوف، اناتولي سفرونوف، مرزا ترسون زاده، موسي ايبڪ ۽ انهن سان هڪ پواڻتي صورت وارو ترجمان. شڪل صورت ۽ ڪپڙي لٽي ۾ سيئي هڪ ٻئي کان بنهہ مختلف هئا. تخونوف جيڪو آڪٽوبر انقلاب ۾ شامل رهيو هو، سو پنهنجي مضبوط هٿن پيرن، مضبوط هاٺي ڪاٺيءَ ۽ رعبدار چهري مان ئي هڪ جنگجو ٿي نظر آيو. ان جي ابتڙ مرزا ترسون زاده وري نرم گفتار نرم رفتار، خوابيده اکيون ۽ ٻارن جهڙي معصوم چهري وارو هو. سفرونوف تہ ماڻهو نہ جهڙو ديو هو. جيترو ڊگهو اوترو ئي ويڪرو. سندس پهلوانن جهڙي صورت ڏسي ڪانئس ڊپ ٿئي ٿيو پر شرارتي اکيون ڏسي ڪتڪتوئي ڪرڻ تي من ٿي ٿيو. موسي ايبڪ هاڻي هن دنيا مان وڃي چڪو آهي. شڪل صورت مان مست قلندر لڳندو هو: ڊگها گهنگهريالا وار، وڏيون ڪاريون حيرت ۾ ٻڏل اکيون. ان دور ۾ جيئن سوويت يونين جي هڪ خيالي تصوير مون ٺاهي هئي، ائين ئي هتي جي ماڻهن، اديبن ۽ دانشورن جون پڻ خيالي تصويرون گهڙيون هيون. خير آءٌ ايترو بہ سادو ناهيان جو سوچيان ها، تہ انهن جي اکين

مان اُلا نڪرندا هوندا ۽ وات مان ڄڀيون. پر ايترو سو يقين هو تہ هو انتهائي سنجيده ۽ پاڻ کي الڳ ٿلڳ رکڻ وارا ماڻهو هوندا هئا جن سان کل يوڳ ۽ مذاق مسخري ڪرڻ مشڪل هوندو هو پر اها غلط فهمي پهرين ئي ملاقات ۾ ختم ٿي وئي، پر پوءِ سوچيم تہ اديب ۽ شاعر آهن، جيڪي هر هنڌ ساڳيا ئي آهن. ڪڏهن هُتي جي عام ماڻهن سان ملجي تڏهن ئي وجي انهن جي صحيح مزاج جي ڪل پوندي. اهي مهمان بہ ٿي ڏينهن اسان وٽ رهيا. هارين ۽ مزدورن جي مختلف انجمنن پاران سندن مانَ ۾ چانهہ جون دعوتون ٿيون، جن ۾ لائل پور جي هارين پاران ڪجهہ لوڪ رقص ۽ گيت پيش ڪيا ويا. لاهور جي واءِ.ايم.سي.اي هال ۾ هڪ مشاعرو ٿيو جنهن ۾ مرزا ترسون زاده جي فارسي غزلن واهہ واهہ ڪرائي ڇڏي. برڪت علي هال ۾ هڪ نشست ۾ مقالا پڙهيا ويا ۽ تقريرون ٿيون، شهر جي تاريخي جاين جو سير، دعوتون ۽ ڪچهريون ٿيون ۽ انهن ٻن ٽن ڏينهن ۾ اجنبيت جا سمورا پردا هٽي ويا، ائين سوويت يونين جي پهرين نمائنده وفد سان اسان جو اولين تعارف ٿيو ۽ حافظ جي لفظن ۾ هڪ اهڙي محبت جو بنياد پيو جو خلل کان خالي ناهي.

ست سال ٻيا گذري ويا. 1956ع ۾ دهليءَ مان ملڪ راج آنند جو خط آيو تہ ايشيائي اديبن جي هڪ ڪانفرنس ٿي رهي آهي، جنهن ۾ پاڪستاني وفد کي شرڪت جي دعوت ڏجي ٿي. مون کي جيل مان نڪتي ڪي گهڻا ڏينهن ڪو نہ ٿيا هئا. پراڻي حڪومت وڃي چڪي هئي ۽ نئين حڪومت ۾ ڪجهہ اسان جا گهڻگهرا بہ شامل هئا. ٻيو تہ دهليءَ ۾ هُتي جي هاءِ ڪمشنر راجہ غضنفر علي خان (مرحوم) جي ڪوشش سان ٻنهي ملڪن ۾ ڇڪتاڻ ڪجهہ گهٽجي چڪي هئي. انڪري اسان کي وڃڻ جي اجازت ملي وئي. وفد ۾ مون سان گڏ مولانا عبدالمجيد سالڪ (مرحوم) قتيل شفائي ۽ اعجاز حسين بٽالوي

شامل هئا. دهليءَ ۾ انهن پراڻن روسي دوستن سان گڏ ڪجهہ نون ماڻهن سان بہ ملاقات ٿي جن ۾ وفد جي ترجمان هڪ نازُڪڙي ڇوڪري مريم سلگانيڪ بہ شامل هئي. انهن ٽن ڏينهن ۾ ملڻ سِلڻ کان سواءِ ڪيترن ئي موقعن تي ڪانفرنسن جي سيشن ۾ شرڪت ڪرڻ، خيالن جي ڏي وٺ ڪرڻ ۽ بحث طلب مسئلن تي خيالن جي ڏي وٺ جو موقعو مليو جو هي هم خيال ماڻهن جي ڪانفرنس ڪا نہ هئي، نہ وري ڪا تنظيمي ڪانفرنس هئي. سيني کان وڏيڪ اختلاف تہ خود مندوبين وچ ۾ هو جن اها ڪانفرنس طلب ڪئي هئي.
افتتاحي اجلاس تہ خيريت سان گذري ويو پر ٻئي ڏينهن جڏهن preparatory يعني انتظامي ڪميٽي گڏجي ويٺي تہ ملڪ راج آنند ۽ سجاد ظهير انهيءَ ڏِپ کان ڪميٽيءَ جي صدارت منهنجي حوالي ڪري کسڪي ويا. پروگرام بابت تہ ڪو خاص جهيڙو ڪو نہ ٿيو پر جڏهن ڪانفرنس تي تجويزن پيش ڪرڻ ۽ پڄاڻيءَ تي بيان جاري ڪرڻ جو سوال آيو تہ يڪدم گرماگرمي ٿي وئي. هندي اديب اڳي وتسائن ۽ هن جي ڪجهہ ساٿين اٽندي ئي اهو مؤقف اختيار ڪيو تہ هندي منتظم ڪميٽيءَ ۾ اهو پهرين ئي طيءِ ٿي چڪو آهي تہ هيءَ ڪانفرنس هڪ هنگامي ايڊهاڪ قسم جي تقريب آهي، جنهن ۾ رڳو ادبي مسئلن تي تقريرون ٿينديون ۽ مقالا پڙهيا ويندا ۽ ڪو بہ ٺهراءُ پاس ڪو نہ ٿيندو. ڪنهن بيان جاري ڪرڻ جو تہ ڪو سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي. ڪجهہ ٻيا اديب جن ۾ سوويت وفد بہ شامل هو تن جو خيال هو تہ پهريون ڀيرو ايشيائي اديب ڪنهن ڪانفرنس ۾ ڪٺا ٿيا آهن، تہ ان گڏجاڻيءَ جو ڪو مثبت نتيجو نڪرڻ کپي، رڳو ٺلهو ائين ملڻ تہ: نشستند و گفتند و برخواستند. اها تہ ڪا ڳالهہ نہ ٿي! هاڻ اهو سلسلو جيڪڏهن شروع ٿيو آهي، تہ ان کي جاري رکڻ جي ڪا صورت بہ ٺيڻ کپي بلڪہ ان جو دائرو اڃا بہ وڌائي

آفريڪي اديبن کي بہ ان ۾ شامل ڪجي. پهرئين ڏر جو چوڻ هو تہ
جيڪڏهن هن ڪانفرنس کي ڪنهن مستقل تنظيم جي شڪل ڏني
وئي تہ اها ساڻن ڪيل سمجهوتي جي ڀڃڪڙي آهي ۽ انهن جا سيئي
هم خيال هن ڪانفرنس جو بائيڪاٽ ڪري ويندا. جڏهن گڏيل راءِ
جي ڪا بہ صورت نظر نہ آئي تہ منهنجي تجويز تي اجلاس ڪجهہ
دير لاءِ ملتوي ڪيو ويو ۽ پوءِ ٻن ٽن ماڻهن ويهي مفاهمت جو هي
فارمولو مرتب ڪيو تہ هن ڪانفرنس ۾ ڪنهن مستقل تنظيم جي
ڪا بہ تجويز پيش نہ ڪئي وڃي. ر گو اينڊ ڙ ڪانفرنس لاءِ سوويت
يونين جي دعوت قبول ڪئي وڃي ۽ هي مسئلو ٻي ڪانفرنس لاءِ
ڇڏيو وڃي. ڪانفرنس پڄاڻان ڪو بہ بيان جاري نہ ڪيو وڃي. البتہ
مختلف مسئلن جي باري ۾ جن بہ خيالن جو اظهار ڪيو ان جو ٽٽُ
ڇاپيو وڃي. سو ائين اينڊ ڙ ڪانفرنس تاشقند ۾ ڪرڻ جو فيصلو
ٿيو. ائين ٻن سالن کان پوءِ نيٺ مون کي سوويت سرزمين تي پير
ڏرڻ جو موقعو مليو.

## تاشقند

1958ع آڪٽوبر جو مهينو هو حيلن بهانن کان پوءِ پاڪستان
مان رڳو ٻن ماڻهن کي تاشقند وڃڻ جي اجازت ملي، ابو الاثر حفيظ
جالنڌري ۽ ٻيو آءٌ. اسين شام ڌاري تاشقند پهتاسين. نئين نهيل
تاشقند هوٽل ۾ اسان کي رهايو ويو جيڪا ان ڪانفرنس لاءِ خاص
طرح ٺهرائي وئي هئي ۽ اڃا مڪمل نہ ٿي هئي. هوٽل جي سامهون
پڪي فرش جو هڪ کليل ميدان هو وچ ۾ اسان جي مغلئي طرز
جهڙو ڦوهارو ۽ ٻئي پاسي نوائي ٿيٽر جي عاليشان عمارت، جنهن ۾
ٻئي ڏينهن ڪانفرنس جو افتتاح ٿيڻو هو. ٿيٽر ۾ وڏي هال کان سواءِ

گهڻا ئي ڪمرا آهن جيڪي مختلف جمهوريتن پنهنجي پنهنجي نموني سجايا هئا. ڪاڏي جي ميز تي خبر پئي تہ دهلي ڪانفرنس وانگر هتي پڻ انتظامي ڪميٽي جو ايجنڊا تي جهڳڙو آهي، جيڪو تن ڇئن ڏينهن کان هلي پيو. مانيءَ کان پوءِ رات نوين وڳي ڪميٽيءَ جو اجلاس هو جنهن ۾ شرڪت جي دعوت مون کي بہ ڏني وئي. ازبڪستان جي ڇاتل سڃاتل اديب شرف رشيدوف جيڪو اُن زماني ۾ جمهوريہ جو وزير اعظم بہ هو ۽ هينئر هتي پارٽيءَ جو پهريون سيڪريٽري آهي، تنهن صدارت پئي ڪئي. هندوستاني وفد جي اڳواڻن کي هڪڙي ٺهراءَ جي ڪن لفظن ۽ سٽن تي اعتراض هو. ڳچ دير تائين بحث هليو ۽ نيٺ ڳالهين ٻولهين کان پوءِ هُنن پنهنجو اعتراض واپس ورتو ۽ ٺهراءُ اتفاق راءِ سان منظور ٿيو. ان هڪڙي ئي نشست ۾ مون کي ڪيئي دوست هٿ اچي ويا. صبح جو ڪانفرنس ۾ وڃڻ لڳاسين تہ سامهون ميدان ۾ هڪ وڏو هجوم هو. ازبڪ عورتون، مرد، ٻار، پوڙها. انهن ۾ گهڻو تعداد شاگردن ۽ شاگردياڻين جو پڻ هو. ان ۾ مزور، هاري، دفتري ڪارنداءِ پئنشنر هر قسم جا ماڻهو هئا ان انبوهہ ۾. سلام ڪلام ٿيو. زنده آباد جا نعرا لڳا ۽ تاڙين جا ڦهڪا هئا ـ سوويت عوام سان منهنجو اهو پهريون تعارف هو.

ٻہ ڏينهن تہ هوٽل ۽ نوائي ٿيٽر کان سواءِ ڪجهہ ڪو نہ ڏسي سگهياسين. صرف رات جو ازبڪستان جي جديد موسيقي، رقص ۽ ڊرامي جا ڪمال ڏٺاسين، جن ۾ قديم ۽ جديد جو سهڻو ميلاپ هو. انهن محفلن ۾ ڪيترن ئي نامور اديبن ۽ دانشورن سان، جن سان ڪانفرنس ۾ رڳو رسمي ڳالهہ ٻولهہ ٿي هئي، وڌيڪ قريبي تعلق حاصل ٿيو. سوويت اديبن ۾ پراڻن شناسائن کان سواءِ ٻين گهڻن ماڻهن سان ملڻ جو موقعو مليو. روس جي ڪانسٽائن سمونوف، اليڪسي سرڪوف، قازقستان جي مختار اويزوف ۽ ڪويائف،

گرجستان جي اراڪلي اباشوز ترڪمانستان جي ڪاراسطلي، آرمينيا جي فرتر، تاجڪستان جي ميرشڪر، ازبڪستان جي شرف رشيدوف ڪان علاوه ڊاڪٽر عظيموف ( جو اڄڪلهه پاڪستان ۾ سوويت سفير آهي - 1975 ۾) زلفيه خانم ۽ هڪ اردو زبان جو نوجوان شيدائي محمد نبي جان جيڪو اردو غزل اهڙي ته سريلي سُر ۾ پڙهندو هو جو مزو اچي ويندو هو. ٽئين ڏينهن ڪانفرنس مان ڪجهه فرصت ملي، ته اسين شهر جي سير تي نڪتاسين، تڏهن جو تاشقند هاڻوڪو تاشقند نه هو بلڪه چئن جديد محلن کي ڇڏي باقي سمورو شهر پراڻي نموني جو هو. ٽئين علائقي ۾ گهٽو ڪري عمارتون سرڪاري، پبلڪ يا عوامي ڀلائيءَ جي ادارن جون آفيسون هيون يا وري ڪجهه هوٽل ۽ قهوه خانا هئا. رهڻ جا گهر گهٽ هئا. گهڻو ڪري ماڻهو اڃا تائين پراڻن پاڙن ۾ رهندا هئا. جن جا گهر ٻاهران ڪچا ۽ اندران پڪا هئا، انهن ۾ ڪيترائي وڏا ۽ شاندار گهر به هئا. جيئن موسي ايبڪ جو گهر هو يا زلفيه خانم جو گهر هو پر انهن جا نقشا ساڳيا پراڻا ئي هئا. هڪ گلن ڦلن جو باغيچو ويڪرو وراندو اوطاق يا ديوان خانو ڪشادو اڱڻ ۽ ٻه سمهڻ جا ڪمرا. جڏهن اسين شهر جي منڊيءَ ۾ پهتاسين جنهن کي بازار چون ٿا، ته ائين لڳو ڄڻ هن صديءَ ۽ ماحول کي اورانگهي ڪنهن ٻي دنيا ۽ ڪنهن ٻئي زماني ۾ پهچي ويا هجون. جنهن جو ذڪر اسان پنهنجي ننڍپڻ ۽ نوجوانيءَ ۾ پڙهيو هو. اسان جي سامهون جيڪي ماڻهو هلي رهيا هئا سي ڄڻ انهن ئي ڪتابن مان ٻاهر نڪري آيا هجن - ڪو الف ليليٰ مان، ته ڪو حاجي بابا مان، ته ڪو ملان ناصرالدين مان. هن جهوني کي ڏسو جيڪو گڏهه تي چڙهيو پيو وڃي، مٿي تي گول اچو پٽڪو برجس، ڪپهه جي مرزئي، گوڏن تائين ڊگها بوٽ، ڳاڙهاڻ مائل ڪٽڪائون رنگ، چيرويون مغلائي اکيون، ڪاڏيءَ تي لڙڪيل مڇون،

ڇڏي ڇُهنبيري ڏاڙهي. هيڏانهن وري هن پوڙهيءَ کي ڏسو: ڪارو پاجامو، ساڳي رنگ جو ويڪرو ڪڙتو مٿي تي ڀڏل ڳاڙهو رومال، جنهن تي ٿي ٻنهه سنهڙو نقاب، جنهن جو مٿيون حصو پائي رکيو اٿس جيئتوٽيڪ منهن ڪليل اٿس. بازارن ۾ خريدارن ۽ واپارين جي پيهه آهي. تازا ميوا، خشڪ ميوا، ڀاڄيون، گوشت، ماکي، گل - اهڙي سودي پاڏي لاءِ ڪارا ۽ ريڙها لڳل آهن. استعمال جي شين جهڙوڪ: ٿانون، ڪپڙن، تيل، صابڻ وغيره لاءِ پڪا دوڪان آهن. دوڪان ڪوآپريٽو وارن جا آهن، باقي مال گهڻو ڪري ماڻهن جو پنهنجو آهي. ان کان ٿورو اڳيان هلو ته پاڪڙا هوٽلون ملنديون. چانهن خاني ۾ وڇايل تختن تي ويٺل پوڙها، قهوو (سليماني چانهه) پيا پيئن. ڪي ڪچهرين ۾ رڌل آهن ته ڪي شطرنج کيڏڻ ۾، ڪي وري اتي ئي آهليا پيا آهن. هتان کان گهمي شهر جي نئي پاسي وڃو ته ڄڻ منظر ئي بدلجيو وڃي. ڪوٽ پتلون پاتل صاف سٿرا ذهين چهرن وارا نوجوان، سهڻيون نازڪ نفيس ڇوڪريون، مٿي تي پريل ڪلاه پايو گوڏن کان ڊگهيون فيروزي ڪاريون، نسواري يا ڳاڙهيون پيليون اطلسي قبائون پهريل، هٿن ۾ ڪتاب جهليو تڪڙيون تڪڙيون پنهنجي يونيورسٽي، انسٽيٽيوٽ يا ڪنهن تجربيگاهه ڏانهن پيون وينديون. پر بازار هجي يا وري ٻنهي پاسي چنار جي وڻن سان ڍڪيل يونيورسٽيءَ جو رستو گهڻا راهگير اوهان کي ڏسي هتڪي بيهي رهندا ۽ سلام ورائيندا ۽ پڇندا: اوهين ڪٿان آيا آهيو؟ ۽ جي اوهان چئي ڇڏيو ته : پاڪستان. پوءِ ته پنجن ستن منٽن تائين سوال جواب ضرور ٿيندا.

شهر کان ڪجهه ميل پري هڪ فارم ڏسڻ وياسين، جنهن کي ”ڪولخوز“ چون ٿا. مختلف علائقن ۾ مختلف قسم جا ”ڪولخوز“ آهن. انهن مان ڪو زرعي فارم آهي، ڪو پولٽري فارم آهي، ڊيري فارم

آهي، ڪو ردِن پالڻ جو فارم آهي، ڪو نئيو فارم آهي تہ ڪو وڏو. بعد ۾ انهن مان ڪيترن ۾ وڃڻ جو موقعو مليو. پر اهو پهريون فارم هو جو اسان ڏٺو ۽ بعد ۾ جتي جتي بہ وياسين سيني جو بنيادي نظام هڪ جهڙو ئي هو. هي هڪ وڏو زرعي فارم آهي جنهن ۾ ڪپهہ، ڪڻڪ ۽ مختلف ميون جي پوک ٿيندي آهي، هن "ڪولخوز" جو سنيالينڊڙ هڪ ڏگهو قداور، ڏاڍو رعبدار ۽ رئيس جهڙي صورت رکندڙ هڪ ازبڪ بزرگ حمزه قل صاحب هو جيڪو ڏسڻ ۾ ڪنهن انقلابي فلم جو جرنيل ٿي لڳو. اسان کي "ڪولخوز" جي پوري نظام بابت سمجهايو ويو. سال ۾ ڪيتري اپت ٿئي ٿي. ڪيترو حصو ترقياتي ۽ رفاهي ڪمن يعني روڊن، اسپتالن ، اسڪولن ۽ تفريح گاهن لاءِ محفوظ رکيو ٿو وڃي. ڪيتري رقم بيواهن، يتيمن ۽ معذور ماڻهن جي مدد لاءِ رکي ٿي وڃي. حڪومت سان ڪهڙي ڏيتي ليتي ٿئي ٿي. باچي رقم ميمبرن ۾ ڪهڙي ريت ورهائجي ٿي. (ڪم جو هڪڙو ورڪ يونٽ مقرر آهي، جيڪو ماڻهو جيترا يونٽ ڪم ڪندو، کين ان مطابق ئي حصو ملندو. ظاهر آهي ڪولخوز جي آمدني جيتري وڌندي ۽ ڪو بہ جيترا يونٽ ڪم ڪندو ان حساب سان سندس ذاتي آمدني بہ وڌندي) فارم جي عهديدارن جو انتخاب ڪيئن ٿو ڪيو وڃي. فارم جي ڪاروبار ۾ بهتري لاءِ بحث ۽ تنقيد جي ڪهڙي صورت آهي ۽ پوءِ فارم جي ٽريڪٽر اسٽيشن بہ ڏٺم. ورڪشاپ بہ ڏٺم. ڪارڪنن جا گهر بہ ڏٺم ۽ انهن جي مهاڳي ۾ آيل زمين جيڪا سندن ذاتي ملڪيت سمجهي وڃي ٿي. اُتي اهڙا ڪيترائي پڪا ۽ ڪاٺ جا گهر ٺهيل هئا، ڪجهہ اجا ڪچا هئا، جن جي تعمير نئين سال جي منصوبي پٽاندر ٿيڻي آهي. اسين جيئن ئي هڪ ڪچي گهر جي ويجهو پهتاسين تہ حفيظ صاحب اوچتو حيرت مان رڙ ڪئي: "او هو ڏس، او هو ڏس!" مون چيو: "ڇا آهي؟" چيائين: "چيٽا، او هو

ڏس، پٽ تي ثقيل ڇيٽا، صفا پاڻ جهڙا آهن نه؟“ مون چيو: ”ها! اها ڳالهه ته برابر پاڻ جهڙي آهي، پر بيو ڪجهه به پاڻ جهڙو ناهي.“

سيڪجهه ڏسي اسين فارم ڪلب پهتاسين، جتي ڪاڏي پيتي جو بندوبست هو ازبڪ ڪاڏي ۾ گهڻو ڪري ته اهوئي سڀ هوندو آهي جيڪو ڪجهه اسان جي ڪاڏن ۾ هوندو آهي: نان، ڪباب، ٻوڙ، ڏونٽرو سلاد وغيره. پر نموني نموني جا ٻوڙ جيڪي اسان وٽ رڌجندا آهن، سي نه هوندا آهن. نه ڪو مرچ مصالحن ۾ اسان جهڙو تڪلف اٿن. البته هڪڙي شيءِ مون نئين ڏٺي، ته هي ماڻهو شيشي جي خاص ٿانون ۾ ميوا اهڙي ريت سجائين ٿا جيئن اسين گلدانن ۾ گل سجايون ٿا. گلابي رنگ جا زردالو سِپ جي رنگ جا صوف، ڳاڙها ۽ سونهري رنگ جا انگورن جا ڇڳا، صفا ڪنهن مصور جي ٺاهيل اسٽل لائيف تصوير جيان نظر اچن ٿا. مون تاشقند جي ڪچن گهرن جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪي ٻاهران بنهه پراڻا ۽ ڪاڏل لڳن ٿا. پئي ڏينهن خبر پئي ته اصل حقيقت ڇا آهي. اسين ڪنهن دعوت کان واپس گهر ڏانهن پئي موٽياسين ته حفيظ صاحب چيو ته: ”ادا! هن مهل تائين ته اسان اهوئي ڪجهه ڏٺو آهي، جيڪو هنن ڏيکاريو آهي. ڇا ائين نه ٿو ٿي سگهي ته اسين بنا ڪنهن اطلاع جي پاڻ ڪو گهر ڏسي سگهون؟“

چيم: ”ڇو نه“ سو مون پنهنجي مترجم وليري کان پڇيو: ”هي جو سامهون گهر ڏسڻ ۾ پيو اچي، ڇا اسين ان ۾ وڃي سگهون ٿا؟“ هن چيو: ”ڇو نه!“ اسان در کڙڪايو ته هڪڙو بزرگ صورت ماڻهو نڪتو وليري اسان جو تعارف ڪرايو. هو گرمجوشيءَ سان مليو ۽ اسان کي اندر وٺي ويو اندر وڃي خبر پئي ته گهر جي ظاهر ۽ باطن ۾ ڪيترو فرق آهي. گهر ۾ اندر قيمتي غاليچا وڇايل هئا، ظرف ظروف ۽ ٻيو ڪيترو ئي قيمتي سازَ ۽ سامان موجود هو اسين صفحي ۾ هڪ غاليچي تي ٿي ويٺاسين، انهن پراڻن گهرن ۾ ڪرسي ميز جو رواج

ناهي. گهرن جا دالان ڏسي اسان کي اڄ کان پنجاهہ سال اڳ جا پنهنجا گهر ۽ انهن جا زنانخانا ياد آيا. هڪ پاسي هيٺ کان مٿي تائين ڪٻاٽ ۽ انهن ۾ سجيل ٿانو ۽ ٻئي پاسي مهمانن لاءِ هنڌ بسترن جو ڍير رکيل. ڀتين تي قرآني آيتن جا ڪتبا ٽنگيل آهن ۽ گهر ڌڻي ۽ گهرڌياڻيءَ جون جوانيءَ جون تصويرون ٽنگيل آهن. اسين اچا ويٺاسين مس تہ گهرڌياڻيءَ قهوو (سليماني چانهہ) پيش ڪيو. هتي جو دستور ئي اهو آهي. ڪنهن جي بہ گهر وڃو وقت بي وقت، قهوو فوراً تيار ملندو لڳي ٿو تہ انهن وٽ چانهن جو سماوار سدائين چڙهيل هوندو آهي ۽ وري گهرڌياڻيءَ اسان جي اڳيان بہ گهٽيون ٿي کائڻ جون شيون رکي ڇڏيون: ميوا، ڦل فروٽ، مربا، پنير ۽ ماني وغيره ۽ کائڻ لاءِ زور ڀريو. اسان گهٽ ئي چيو تہ اسان هينئر هڪ دعوت تان پيٽ ڀري آيا آهيون، پر هنن نہ مڃيو ۽ نيٺ اسان کي ڪجهہ کائڻو ئي پيو. کائڻ پيئڻ جي معاملي ۾ تہ خير يورپي روس جا ماڻهو ڪافي دريادل آهن، پر مشرقي علائقا تہ اصل مهمان نواز آهن انهن ۾ جارجيا آهي، آذربائيجان، ازبڪستان، قازقستان، توڙي داغستان، انهن علائقن جا ماڻهو تہ بس انهيءَ تاڙ ۾ هوندا آهن تہ ڪو مهمان هٿ چڙهين تہ ان کي کارائي پياري دنبو بڻائي ڇڏين. ڳالهين ڪندي خبر پئي تہ اسان وارو ميزبان فوجي آفيسر هو هاڻي رٽائر ٿي چڪو آهي. هڪ ڌيءَ ڊاڪٽر اٿس، پٽ انجينئر اٿس، اهي ٻئي بہ گڏ رهندا آهن. پينشن بہ مليس ٿي. گهر جي ڪلئي اڱڻ ۾ انگور ۽ ناسپاتي جو باغيچو بہ اٿس، ان مان بہ ڪجهہ ملي ٿو وڃي مطلب تہ سک ۽ آسائش سان زندگي گذارين پيا.

1958ع کان پوءِ مون تاشقند کي هڪ ڀيرو ڀيهر بہ ڏٺو. ڀهريون 1967ع ۾ تباهي پکيڙيندڙ زلزلي کان ڪجهہ وقت پوءِ ۽ هيو ڀيرو هينئر ٻہ سال کن ڀهرين. سنهٽ ۾ تاشقند وڃڻ کان پهرين اسان

ماسڪو شهر ۾ تاشقند جي تباهيءَ جا دل ڏاريندڙ قصا ٻڌي چڪا هئاسين. ماسڪو ۾ جاءِ جاءِ تي امدادي فند ڪٺي ڪرڻ لاءِ پروگرام ٿي رهيا هئا, ڪڏهن ڪا فوٽبال ميچ ۽ ڪڏهن موسيقيءَ جون م حفلون. ماسڪو اسٽيڊيم ۾ ويهه پنجويهه هزار ماڻهن جي ويهڻ جي گنجائش آهي. اتي مشهور شاعر يوتو شنڪو کي ٻڌڻ لاءِ خلق اصل اٿلي پئي هئي. اندر وڃڻ لاءِ ٽڪيٽ مهانگو هو پر جڏهن اسين اندر پهتاسين ته تر ڇنڻ جي جاءِ نه هئي.

تاشقند پهتاسين ته شهر جو نقشو ئي عجيب هو تاشقند هوٽل جتي ڪڏهن اسين ترسيا هئاسين, ان کي ۽ ان جي آس پاس جي علائقي کي ڪو خاص نقصان ڪونه پهتو هو پر پراڻي شهر جو گهڻو حصو ڊهي چڪو هو. سوين بلڊرز ملبي کي صاف ڪرڻ ۾ مصروف هئا ۽ بيشمار ڪرينون نَوَن ٺهيل بنيادن تي ٺهيل ٺڪيل پٽيون جمائڻ ۾ پوريون هيون. محنت ڪشن جا لشڪر ديون ۽ دروازا جوڙڻ ۾ جنبيل هئا. هر ڪنهن سوويت جمهوريه جا رضاڪار شهر جي تعميرنو ۾ مصروف هئا. هڪڙي جمهوريه هڪڙو هڪڙو پاڙو پنهنجي ذمي ڪنيو هو. اجا تائين گهڻا ماڻهو تنبن ۾ رهيل هئا, پر زندگيءَ جو ڪار وهنوار هلي رهيو هو. اسڪول ۽ ڪاليج کليل هئا, آفيسن ۽ ڪارخانن ۾ ڪم جاري هو گهڻا ماڻهو دکي هئا, پر شاڪي نه هئا ۽ وري هاڻي جڏهن ٻه سال پهرين آءٌ ازبڪ انجمن مصنفين جي دعوت تي تاشقند پهتس ته هڪ بلڪل نئون شهر آباد ٿيل ڏٺم. پهرئين شهر ۾ رڳو هڪ ٻه ئي ويڪرا ٻه طرفا روڊ هئا. هاڻي گهڻا ئي آهن. پراڻا پاڙا ڪي ٿورا ئي رهجي ويا آهن. هڪ ماڙ گهرن بدران هاڻي گهڻ ماڙ فليٽ بنجي ويا آهن. ڦوهارا آهن. سونهن سينگار لاءِ بجليءَ جا ٿنيا آهن. اهڙي ريت پيو ٻه گهڻو ڪجهه آهي, پر اهي پراڻيون بازاريون ۽ قديم قهوه خانا اجا ٻه باقي آهن ۽ شهر جو پنهنجو هڪ ڪردار ٻه.

گذريل ڏهن سالن جي هن جمهوريہ جي سيني شعبن ۾ ڪارگذاري بابت مون شرف رشيدوف کان سندس آفيس ۾ ڪافي ڪجھ ٻڌو. هن ٻڌايو تہ ڪپھ جي اپت ۾ هن مهل ازبڪ جمهوريہ دنيا ۾ پهرين نمبر تي آهي ۽ اسين آفريڪا کي پٺتي ڇڏي آيا آهيون. قدرتي گئس جا اسان وٽ ايڏا وسيع ذخيرا آهن جو لڳي ٿو تہ ازبڪستان جي سرزمين گئس جي سمنڊ تي تري پئي. هيترا هزار ڪلوميٽر نوان رستا ٺهيا آهن. هيڏا لک ڪلو واٽ وڏيڪ بجلي پيدا ٿئي ٿي. هيترا نوان ڪارخانا کليا آهن وغيره وغيره ۽ پڇاڙيءَ ۾ چيائين، پر افسوس اهو آهي تہ اسان جي ادب ۽ ثقافت ان رفتار سان ترقي نہ ڪئي آهي. انهيءَ انگي ڳٽپ آڏو انهن وينلن کان پڇو تہ ذڪر جوڳا ڪيترا ڪتاب لکيا ويا آهن؟ ان تي ميزبان اديبن جو رنگ هارجي ويو تہ مون چيو: "محترم سائين! اوهين روڊ رستا، ڪارخانا ۽ بجلي گهر تہ پنهنجي منصوبن مطابق تيار ڪري سگهو ٿا، پر فن ۽ ادب جي رٿابنديءَ جو طريقو اڃا دنيا ڪونہ سکيو آهي. پهرين ڏهن سالن ۾ اوهان جي ڪنهن شاعر جيڪڏهن هڪڙو بہ ڪو يادگار شعر چيو آهي تہ ان کي غنيمت سمجهو." ان ڳالهہ تي سمورا اديب خوش ٿي ويا.

## سمرقند ۽ بخارا

تاشقند ڪانفرنس کان پوءِ اسان کي هڪ ٻن ٻين جڳهين جي دعوت هئي، پر اسان مان ڪن چيو تہ هاڻ هيستائين آيا آهيون تہ اسان کي سمرقند ۽ بخارا جي هڪ جهلڪ ڏسڻ گهرجي. پروگرام تہ پهرين ٺهي چڪو هو منهنجي اصرار تي ان ۾ هڪ ڏينهن سمرقند ۽ بخارا جي سير جو بہ رکيو ويو.

صبح سوير باڪ ڦٽندي ئي اسان جو ننڍڙو جهاز سمرقند جي هوائي اڏي تي لٿو. "گردش افراسياب" جي رئي سان ڍڪيل رستي جي ٻنهي پاسن تي سنوان سڌا ميدان هئا, هوريان هوريان روشني پکڙجي رهي هئي ۽ پوءِ پري افق تي سمرقند جا گنبذ ۽ مينار هڪڙي ڏڪ ۾ ائين اڀريا جيئن اوچتو دل ۾ ڪو خوبصورت شعر يا حسين خيال اڀرن ٿيندو آهي. گورِ امير يعني امير تيمور جو مقبرو, جامع مسجد جو جهڪيل گنبذ, مدرسہ الغ بيگ جا محراب ۽ روشني پکڙجندي وئي, اسين ويجها ايندا وياسين. فلم ۾ سلوموشن وانگر انهن حسين عمارتن جون ديوارون, در ۽ ڪوٺا ۽ انهن جا نقش ۽ نگار اجاگر ٿيندا ويا. تڏهن جڏهن شهر ۾ ڪو نڪاٽو يا هوٽل نہ ملي تہ شهر کان ٻاهر ٿي ڪنهن خوبصورت باغ ۾, ڪنهن مهمان خاني يا ريسٽ هائوس ۾ اسان لاءِ نيرن هڪي تڪي رکي هئي. مقامي ميزبان جن ۾ شهر جي انتظاميا جو صدر, مقامي ڪولخوذ جو سربراهہ قراقلي ڪلن جي ڪارخاني جو مئنيجر ۽ ڪجهہ مقامي اديب ۽ دانشور اسان کي ڀليڪار ڪرڻ لاءِ حاضر هئا. نيرن ڪندي توڙي سفر ڪندي هن شهر جي قديم تاريخ ۽ جديد ترقيءَ جي روداد ٻڌندا رهياسين. انهن ڏينهن ۾ قديم تاريخ ۽ پراڻن آثارن جي سنڀال جو ايڏو خيال نہ هو سمورو زور ان علائقي جي زرعي, صنعتي, رفاهي ۽ مادي ترقيءَ تي هو. قديم عمارتن جي سارسنڀال تہ ٿئي پئي, پر گور امير, شاهہ زنده جي زيارت گاهہ, جامع مسجد ۽ ان سان لاڳاپيل عاليشان مدرسو سڀ هڪ جهڙي حالت ۾ نہ هئا. ڪٿي فرش اکڙيل هو تہ ڪٿي ڇت تي نهيل نقش نگار ڍهڻ لڳا هئا يا وري پٿين ۾ ڏار پئجي ويا هئا, پر پوءِ بہ انهن آثارن جي حسن ۽ جاه ۾ ڪو فرق ڪو نہ پيو هو ۽ هن شهر جي قديم عظمت جو تصور ڪو مشڪل نہ هو. ها البتہ بخارا جي حالت ڏاڍي خراب هئي.

بخارا جون قديم عمارتون متيءَ هاڻي رنگ جي پٿرن ۽ سرن جون ٺهيل آهن، پر انهن تي سمرقند جي عمارتن وانگر ڪاشي ڪاري ۽ رنگين ڪم ايڏو ڪونهي، پر ان سطحي ناڪ ڦوڪ جي نه هئڻ ڪري هنن عمارتن جو حسن، انهن جو خط ۽ خم بام ۽ در جو تناسب ۽ ان جي بنيادي ڊزائين جون خوبيون ۽ عمارتن جي حسناڪي بنهه نمايان هئي. انهن منجهه آيتون ۽ ڪتبا هڻڻ لاءِ رنگين ٽائيلن بدران سنگتراشي ۽ پٿرن جي اڪر ذريعي سينگارڻ جو ڪم ڪيل آهي. اهو ڪجهه ڪجهه ٺٽي ۽ مڪليءَ جي مزارن سان مشابهت رکي ٿو. پهرين نظر ۾ مون کي ائين لڳو هو ته بخارا ۽ سمرقند جي فني تعمير ۾ ڪجهه اهڙو ئي فرق آهي جهڙو اسان وٽ تغلق ۽ لوڌي عهد جي عمارتن ۽ جهانگير ۽ شاهه جهان جي زماني جي عمارتن ۾ آهي، پر جيئن متي چيو اٿم ته انهن قديم آثارن جي سنڀالڻ تي گهڻو ڌيان نه ڏنو ويو آهي. البته سمرقند هن وقت ڪافي اهم صنعتي مرڪز بڻجي چڪو آهي. هتي ان پٽ، ڪپڙو ناهڻ، غاليچا ناهڻ ۽ ڪيميائي شيون ناهڻ جا ڪارخانا قائم ٿي چڪا آهن. گهڻيون ئي نيون عمارتون ٺهيون آهن ۽ شهر ۾ ڪافي رونق به آهي. البته بخارا ان جي مقابلي ۾ ڪجهه گهٽ حيثيت وارو ننڍو شهر ٿي لڳو. بعد ۾ وري جڏهن هتي اچڻ ٿيو جهڙوڪر ٻه ٽي سال پهرين ته حالتون بدليل هيون. هاڻي تاريخي عمارتن جي مرمت ۽ سار سنڀال جو ڪم پڻ هڪ سائنس ۽ فن ۾ بدلجي چڪو آهي. سمرقندي جامع مسجد ۽ مدرسه الغ بيگ جي حجرن ۾ ان شعبي جي هڪ باقاعدي اڪادمي قائم آهي جنهن ۾ ايشيائي جمهوريتن جا شاگرد تربيت حاصل ڪرڻ ايندا آهن ۽ انهن تاريخي شهرن جا خال ۽ خط سنوارڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، جن جا نالا ڪنهن زماني ۾ گهڻا معزز ۽ محترم هئا: خيوا، خجند، مرو ترمذ وغيره. سو سمرقند ۾ گور امير ۽ شاهه زنده جي

مرمت جو ڪم گهٽي ياڳي مڪمل ٿي چڪو آهي. بالاءِ ڪوه الغ بيگ جي شاندار رسد گاهه جيڪا اسان جي پهرين سفر وقت محض کنڊرن جو ڍير هئي، سا پنهنجي اصل صورت ۾ واپس اچي چڪي آهي. جامع مسجدن ۽ مدرسن جي مرمت جو ڪم جاري هو. جيتوڻيڪ مون کي اهو سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته مسجد جو مرڪزي گنبذ جيڪو ڪِري چڪو آهي، سو وري مٿي ڪيئن بيهاريو ويندو! پر لڳي ٿو ته اهو به ٿي ويندو. جيڪڏهن چنڊ تي راڪيٽ لاهي سگهجي ٿو ته ڪنهن به ڇت تي گنبذ ڇو نه ٿو رکي سگهجي.

قديم آثارن بابت اها صورتحال رڳو سمرقند ۽ بخارا جي ئي ناهي، يورپي روس ۾ به اهڙي ريت حال کي سڌارڻ جو فڪر پهرين ڪيو ويو آهي. ماضيءَ کي سنوارڻ جي فڪر جو وارو بعد ۾ آيو ۽ منهنجي خيال ۾ ته ٺيڪ به ائين ئي ڪيو. جا قوم پنهنجي حال کان بيفڪر ۽ مطمئن هجي ۽ زندگيءَ جي روزجي تقاضائن کان واندي هجي تنهن کي پنهنجي ماضيءَ سان عشق ڪرڻ لاءِ فرصت ۽ دماغ ڪٿي هوندو. پنهنجي حال کان غير مطمئن ماڻهو ئي جذباتي طرح ماضيءَ جا خواب ضرور ڏسندا آهن. ۽ پدرم سلطان بود جي رٽ به پيا لڳائيندا آهن، پر ماضيءَ کي حال سان جوڙڻ، ان جي صحيح بصيرت حاصل ڪرڻ ۾ پنهنجن ئي هٿن سان ان جا ڪنڊرن پاسا سنوارڻ ۽ سينگارڻ جي سگهه فقط انهن ۾ هوندي آهي جيڪي پنهنجي حال ۾ سرخرو ٿي چڪا هجن.

## دوشنبه کان ماسڪو تائين

سمرقند ۽ بخارا ته صدين کان وٺي وسندل، اجڙي ۽ وري وسندل شهر رهيا آهن، پر دوشنبه شهر جو نالو انقلاب کان پهرين ٻڌل نه هو.

وچ ايشيا جي ڪيترن ئي شهرن مثال طور الماتا يا مهاچ قلعي وانگر دوشنبہ پڻ انقلاب کان پوءِ جي پيدائش آهي. انقلاب کان پهرين هي هڪ ننڍڙو ڳوٺ هو جنهن کي دوشنبہ چئبو هو ڇو جو هتي دوشنبہ جي پڙي لڳندي هئي. هاڻي اهو شهر جمهوريہ تاجڪستان جي گاديءَ جو هنڌ آهي. انڪري ئي هتي جون عمارتون، گهر، روڊ، رستا سڀ نوان ۽ جديد طرز جا ٺهيل آهن. جيتوڻيڪ انهن عمارتن ۽ گهرن کي مقامي انفرادي رنگ ڏيڻ جي ڪوشش ضرور ڪيل آهي.

دوشنبہ ۾ رودڪيءَ جي هزار سالہ تقريب ٿي رهي آهي جنهن ۾ شرڪت لاءِ مون کي بہ دعوت ڏني وئي آهي. هونئن تہ مون کي تاشقند، سمرقند ۽ بخارا يا وري الماتا ۽ اشڪ آباد يا مهاچ قلعو ڪٿي بہ اجنبيت جو احساس ڪو نہ ٿو ٿئي، ڇو تہ هتي جا اخلاق ۽ آداب ، رهڻ ڪرڻ جو طريقو، کاڌو پيتو پائڻ هنڍائڻ ۾ هتي جا ماڻهو پنهنجا ئي پائيبند لڳن ٿا. تاجڪستان ۾ وڌيڪ اهو بہ تہ هتي مترجم جي ضرورت نہ ٿي پوي ۽ سڀني سان سڌي ڳالهہ ٻولهہ ٿي سگهي ٿي. تاجڪستان جي ٻولي فارسي آهي ۽ سا بہ ايراني فارسي نہ، پر اسان واري فارسي ، پر هتي جا ماڻهوان کي فارسي ڪو نہ ٿا چون، پر تاجڪي ٿا چون. اهو جائز ۽ صحيح بہ آهي، بلڪ آءٌ تہ چوان ٿو تہ اڄڪلهہ جي ايراني ٻوليءَ کي بہ فارسي نہ. پر ايراني چوڻ کپي ڇو تہ ان جو موجوده لب لهجو ۽ لغت ان کان بنهہ مختلف آهي جا ڪنهن زماني ۾ وچ ايشيا جي گڏيل علمي ۽ ادبي زبان هئي. تاجڪستان ۾ اها ئي پراڻي فارسي زبان رائج آهي.

رودڪيءَ جو جشن ڏاڍي ڏام ڌوم سان ملهايو ويو ننڍن وڏن رستن تي رودڪيءَ جون تصويرون ۽ شعر ڪتبن وانگر سينگاريل هئا. شهر جي مکيہ لائبريريءَ ۾ رودڪي سان لاڳاپيل ڪتابن ۽ مخطوطن جي نمائش جاري هئي. اهو ڄاڻي مون کي گهڻي خوشي ٿي تہ ان ڏس ۾

مولانا شبلي نعماني جي ڪتاب ”شعر العجم“ کي سيني کان ممتاز مقام حاصل هو. پهرين رات ”بوئي جوئي موليان آيد همي“ ان مشهور غزل ۽ ان غزل سان لاڳاپيل قصي بابت ڏاڍي چمڪ ڏمڪ واري ساز ۽ سامان سان هڪ بيلي رقص نغمي جي صورت ۾ پيش ڪيو ويو . ٻي رات ”حيات رودڪي“ بابت اسان جي هڪ عزيز دوست مير علي مير شڪر جو لکيل ناٽڪ اسٽيج ٿيو جنهن جا ڪجهه سين هيڏا سال گذري وڃڻ کان پوءِ اڃا بہ دل تي نقش آهن. خاص ڪري اهو سين جڏهن بادشاهہ جي حڪم تي رودڪيءَ جون اکيون ڪڍيون ٿيون وڃن ۽ هو رڙ ڪري چئي ٿو:

”ربا چشمائے مراد بودند، چشم دل ما بکشا“

ڏينهن جي وقت مير شڪر جي گهر سندس گهرواريءَ جي آواز ۾ ميرشڪر جا غزل ٻڌاسين. مرزا ترسون زاده سان علامہ اقبال جي شاعري ۽ فڪر بابت ڳالهہ ٻولهہ ٿي. علامہ اقبال جو فارسي ڪلام جيترو هتي جي ماڻهن کي حفظ آهي، اسان وٽ شايد ئي ڪنهن کي ياد هجي. يونيورسٽي ڏٺي، ٻارن جا مدرسا ڏٺا ۽ جو ٻڌو هئوسين تہ انقلاب کان پهرين هيءُ هڪ ننڍڙو ڳوٺ هو جتي پڙي لڳندي هئي. ان ننڍي ڳوٺ جي تصور ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهيس. جڏهن شهر جو وڏو ميڊيڪل ڪاليج ۽ ان لاڳاپيل اسپتال ڏسڻ پهتاسين تہ ڪاليج جي پرنسپال ۽ اسپتال جي وڏي ڊاڪٽر جي زباني (جنهن جو نالو ياد ناهي) هن ڳوٺ بابت ڪي ڳالهيون ٻڌيون سين. ڊاڪٽر چيو جڏهن اسين ٻار هئاسين تڏهن اها جاءِ جتي اڄ پارڪ ويٺا آهيون، صفا سنسان ۽ بيابان هئي ۽ هتي اسان گدڙ جو شڪار ڪرڻ ايندا هئاسين. هن ڳوٺ ۾ ڪو اسڪول ڪونہ هو ڳوٺ جي مسجد جو ملان صاحب جيڪو ۽ جيترو پڙهائي ڇڏيو سو سيوئي ڳوٺ وارن لاءِ ڪُل علم هو. ڊاڪٽر، حڪيم يا اسپتال جو ڪو ذڪر ئي نہ هو. ها

البتہ دندان ساز يا دندان شڪن ( ڏند ٺاهيندڙ ۽ ڏند ڪيندڙ) حضرت ضرور موجود هو. جنهن وٽ ڏند جي سور جو هڪڙو ئي علاج هو. جنهن ڪنهن کي بہ اهو سور ٿيندو هو تہ باهہ تي هڪڙو ڪوڪو تپائي ڳاڙهو ڪري ۽ ان کي موڙي، ان سان ڏند ڪڍي ڇڏيندو هو. هاڻ اسپتال مان هر سال ٽي سؤ ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون ڊاڪٽريءَ جي ڊگري وٺي نڪرن ٿا.

دوشنبہ کان پوءِ اسان کي طفلس وڃڻ جي دعوت هئي. شام جي وقت جڏهن جهاز باڪو شهر جي ويجهو پهتو تہ اطلاع مليو تہ اڳيان موسم خراب آهي، انڪري جهاز کي هتي ئي لهڻ کپي. هتي اسان جي اچڻ جو ڪنهن کي بہ اطلاع نہ هو. ايئرپورٽ تان اديبن جي هڪ مقامي انجمن کي ٽيليفون تي چيو ويو تہ موسم جي خرابي جي ڪري اسين باڪو ۾ رڪيا آهيون. رات هتي ئي ترسنداسين، انڪري اسان جي ترسڻ جو بندوبست ڪيو وڃي. ٿوري دير کان پوءِ هڪ شاندار وڏي ڪاري رنگ جي ڪار ايئرپورٽ ريسٽورنٽ جي سامهون اچي بيٺي ۽ ان مان مهدي صاحب ٻاهر نڪتو جيڪو آذربائيجان جي اديبن جي انجمن جو صدر هو. ڏاڍي اُڪير مان مليو ۽ چيائين: "اسان کي موسم جي مهرباني مڃڻ کپي يا الائي ايروفلوٽ وارن جي، جو هڪڙي رات لاءِ اسان کي بہ اوهان جي ميزبانيءَ جو شرف حاصل ٿيو... منهنجي حڪومت دل جي گهراين سان اوهان کي ڀليڪار چئي ٿي ۽ اوهان جي اچڻ لاءِ مهرباني مڃي ٿي، پر اوهان سياٽي ئي ڇو ٿا وڃڻ چاهيو؟ ڪجهہ ڏينهن اسان وٽ پڻ ترسو. حڪومتي گيسٽ هائوس ۾ اوهان جي ترسڻ جو سمورو اهتمام ٿيل آهي. منهنجي حڪومت کي افسوس آهي تہ اوهان جي اچڻ جو اطلاع نہ هو. انڪري اوهان جي گهٽي پذيرائي نہ ڪري سگهياسين. جيڪڏهن اوهان جي سار سنڀال ۾ ڪا ڪمي رهجي وئي هجي تہ ان

لاءِ اسان جي سرڪار پاران اڳواٽ ئي معذرت.“ گيسٽ هائوس ڏانهن ويندي رستي ۾ هڪڙي گهر ڏانهن اشارو ڪري چيائين:”اهو منهنجو غريب خانو آهي، اوهان جي دل چئي ته هتي ئي ترسو منهنجي عزت افزائي ٿيندي، پر منهنجي خيال ۾ مهمان خانو وڌيڪ آرامده آهي.“ اسين مهمان خاني جي عاليشان عمارت ۾ داخل ٿي چڪاسين ته مون وليريءَ کان پڇيو:”هي صاحب هر هر پيلا منهنجي حڪومت، منهنجي حڪومت پيو چئي ته مطلب ڇا اٿس؟“ وليري وراڻيو:”اوهين هن کي نٿا سڃاڻو؟ هي آذربائيجان جمهوريه جو صدر آهي، شاعر به آهي، ته ڪهاڻيڪار به ۽ هتي جي ادبي انجمن جو صدر به.“ گڊ بيئل ڪو ڀڏي رهيو هو شايد عبدالحي تابان هو چيائين: ”عجيب ڳالهه آهي سائين! هينئر هڪ وزيراعظم اديب صاحب کان موڪلائي آيو آهيان ته هاڻ هي وري صدر اديب نڪري آيو آهي. ڇا هتي جي اديبن کي حڪومت ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪو ڪم ڪونهي! يا وري پارٽيءَ کي اديبن کان سواءِ ٻيو ڪو به حڪومت ڪرڻ لاءِ ڪو نه ٿو ملي. اها ڳالهه ته بعد ۾ کلي ته رڳو اديب ئي نه، هتي حڪومت جي ڪار وهنوار ۾ استاد، سائنسدان، اداڪار، فلم ساز موسيقار هر هڪ کي پنهنجي صلاحيت مطابق حصو ملي ٿو. هتي سياست ٻين سماجي ڪمن ڪارين کان الڳ ٿلڳ ڪا شيءِ ناهي، نه ئي ان تي ڪنهن مخصوص طبقي جي اجاره داري آهي.

ٻئي ڏينهن اسين ڪوهه قاف ۾ هئاسين يعني گرجستان جي دارالحڪومت تبليسي يا طفلس ۾ هئاسين جيڪو دنيا جي حسين ترين شهرن ۾ شامل آهي يا الاءِ مون کي ائين لڳو ڇوڏاري اوچا ساوڪ سان ڀريل پهاڙ وچ ۾ وهندڙ درياهه ۽ واهه. هتي جون عمارتون، گهر، لباس، ناچ، رقص ۽ موسيقي هر شيءِ تي گرجستان جي قومي ثقافت جي گهري ڇاپ آهي. هتي جا خوش مزاج ماڻهو ڳائڻ وڄائڻ ۽

نچڻ ٽپڻ جا شوقين، رنگين مزاج ۽ ڳالهائڻ جا چٽا هئا. هتي به تي ڏينهن گهمياسين ڦرياسين، مسلسل مصروف رهياسين ۽ پوءِ ماسڪو پهتاسين.

## ماسڪو

1958ع جو ماسڪو، ماسڪو جيڪو هاڻي به اهو ئي آهي به، ناهي به. ماسڪو جيڪو هميشه کان ساڳيو آهي ۽ سدائين بدلجندو ٿو رهي. پهرين ته جڏهن هتي متوا ايئرپورٽ نه هو ۽ پراڻو ايئرپورٽ دومي دوا جنهن تي اسين لٿا هئاسين، سو ايئرپورٽ گهٽ ۽ ڪنهن رئيس جو محل وڌيڪ ٿي لڳو. نظر نهار تائين جهنگ ئي جهنگ جيڪي هاڻي به آهن ۽ انهن ۾ ڊگها اڇا وڻ به اهي ئي. لهريون لهريون ساوڪ به اها ئي، درياهه به اهي ئي، ٽڪنديون — گرجا جي منارن جهڙيون — سرڪاري آفيسون به اهي ئي، ڪريملن جو سونهري ڪلس ۽ ياقوتي ستارو به اهو ئي، بالشوئي ٿيٽر به اهو ئي، گهٽو ويڪرا روڊ رستا به اهي ئي، مجسما به اهي ئي، يادگارون به اهي ئي، پر پوءِ به هي ماسڪو ڪيڏو نه مختلف هو. تڏهن ماسڪو جي چوڌاري اهو اوچين عمارتن جو جهنگ نه هو. جاءِ جاءِ تي ڪرينون بيٺيون آهن. ڪلينن ايونيو تي صف بسته بلوري عمارتن جو جلوس نه هو استن ڪينا ۾ تي وي ٽاور جي آسمان کي ڇهندڙ پنسل نه هئي. ڪتوزوف روڊ تي سامان سان ڏٽيل اسٽور نه هئا. روڊ تي موٽر گاڏين جي پيهه پيهان نه هئي، رڳو مال بردار ٽرڪ ڌسڻ ۾ ايندا هئا. دوڪانن تي ڪاڏي پيتي، پائڻ هنڍائڻ ۽ گهرو استعمال جي شين جي ايڏي جهجهائي نه هئي، هيڏا سينما نه هئا، هيڏيون فيشن ايبل ڇوڪريون نه هيون ۽ هيڏو گهڻو پيو ڪجهه به نه هو پر تڏهن به ماسڪو، ماسڪو هو.

پهرين نگاھ ۾ ٻہ ٽي ڳالھيون عجيب لڳيون: ھڪڙو تہ پوري شهر ۾ ڪي بہ اشتهاري بل بورڊ لڳل نہ ھئا. نہ ڪي پٽين تي، نہ ڪو دوڪانن تي، نہ ٻرندڙ اجھامندڙ نيون سائن روشنين ۾. اشتهار ھا ٽي بہ گهٽ ٿي ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ٽڏھن تہ بنھہ نہ ھئا. ٻيو اھو تہ شهر ڪيڏو نہ خاموش آھي: نہ موٽرن جا ھارن، نہ بسن جي ڌڙڌڙ نہ سامان ڪپائيندڙن جا ھوڪرا، نہ ٽانگي جي ٽور، نہ رڪشائن جو شور ۽ ٽئين ڳالھہ اھا تہ لنڊن، پئرس ۽ نيويارڪ جي ڪوچن ۽ بازارن جهڙي گپا گيھہ نہ ھئي، نہ ئي ڪٿي ڪا افراتفري ھئي. سيئي ماڻهو ائين آرام سان هلي رهيا ھئا ڄڻ انھن کي ڪو ڪم ئي نہ ھو. نہ ھتي ڪنھن رش جي وقت جو پتو پوي ٿو. نہ ڪو انڊر گرائونڊ ٽرينن مان خلق اٿلندي ٿي اچي. نہ بسن تي سوار ٿيڻ لاءِ ماڻهو ھڪ ٻئي کي گريبانن کان ڇڪين ٿا. عجب سڪون ۽ شانتيءَ جو سمو آھي. ورھين کان پوءِ جڏھن آءٌ جيل مان ڇٽي آيو ھوس تہ ٻہ ٽي ڏينھن تہ مون کي گهر ۾ ننڊ ئي نہ آئي ھئي. ڇو تہ گهر ۾ جيل جھڙو گوڙ شور نہ ھو. سو مون سوچيو لنڊن ۽ نيو يارڪ کان ھتي ايندڙ سياحن کي پڻ ائين ئي محسوس ٿيندو ھوندو جڏھن ڪڏھن ھتي جي روڊن تي راھگير تہ ھلندا ئي رھندا آھن، پر ريڊ اسڪوائر جي آس پاس ھر وقت خوشيءَ جو ميلو لڳل ھوندو آھي. ڪجهہ ماڻهو ٺلھا ويٺا ھوندا آھن ۽ ڪجهہ گپ شپ ۾ مصروف ھوندا آھن. ڪو ٽولو پسار ڪرڻ ۾ مصروف ھوندو آھي. ڪٿي فوٽو پيا ڪڍيا وڃن، تہ ڪٿي آئسڪريم کائڻ جو شغل جاري آھي. شهر ۾ جتي بہ ھليا وڃو ھر رنگ جا ۽ ھر نسل جا ماڻهو ملندا: يورپي، آفريڪي، ايشيائي، گورا، ڪارا، ڪٽڪاوان، ھر رنگ جا ماڻهو ۽ پوءِ اھي پنھنجي وضع قطع، لباس ۽ پائڻ ھنڍائڻ جي معاملي ۾ ڪيڏا نہ بي نياز آھن. نوجوان ڇوڪريون تہ خير فطري تقاضائن پٽاندر فيشن ڪن ٿيون ۽ ٺهي ٺڪي ھلن تہ ٿيون، پر باقي ماڻهن ۾ ڪو بندرو آھي

تہ ڪو ٿلهو آهي، ڪو ڏگهو آهي، تہ ڪو سنهڙو آهي، سوٽ پاتل اٿس يا مزورن وارو اوور آل پاتل اٿس، ٽائي اٿس يا گنجي ۾ پيو گهمي، پوڙهو آهي ڪين جوان آهي. جهڙو بہ آهي پنهنجي حال ۾ مگن آهي. ائين لڳي ٿو ڄڻ هر ڪو پنهنجيءَ ۾ ئي پورو آهي. عجيب بي فڪري ۽ تن آسانيءَ جو عالم آهي، جو ٻين جاين تي گهٽ ئي ڏسڻ ۾ ٿو اچي.

ماسڪو ۾ پهريان ٽي چار ڏينهن تہ رڳو گهمڻ ڦرڻ جي شوق، حيرت ۽ تجسس ۾ ئي گذري ويا. باقي وقت نون پراڻن دوستن جي صحبت ۾ گذريا. تاشقند ۾ ملاقاتون تہ جام ٿيون هيون، پر ڪانفرنس جي مصروفيتن جي ڪري انهن ۾ مزو نہ آيو هو. هتي واندڪائي گهڻي هئي، انڪري ڪڏهن منجهند جو ملي ويناسين تہ رات ٿي وئي، ڪڏهن شام جو شگن ٿيو تہ اٿندي اٿندي صبح ٿي ويو. مون کي چڱي طرح ياد آهي تہ سجاد ظهير (بني ميان) جي ڪمري ۾ سڀئي وينا هئاسين تہ مون کان شعر ٻڌائڻ جي فرمائش ٿي. مون اهو روزن برگ وارو نظم ڪجهہ تمهيد ٻڌي ٻڌايو ۽ جڏهن ان جو انگريزي ترجمو ٻڌائي پورو ڪيم تہ هڪڙو ماڻهو جيڪو ڪُنڊ ۾ چُپ چاپ ويٺو هو اوچتو اٿيو ۽ اکين تي رومال رکي روئيندو ٻاهر هليو ويو. ڪنهن ٻڌايو تہ هُو آمريڪا جو مشهور ترقي پسند مبصر ۽ مصنف البرٽ ڪاهن هو جيڪو روزن برگ جو ذاتي دوست آهي ۽ اڄڪلهہ هن جوڙي جا يتيم ٻار سندس پالنا هيٺ آهن. پوءِ پهريون پيرو هتان جي هڪ پبلڪ رفاهي اداري سان اسان جو واسطو پيو ۽ هتي جي سماجي زندگيءَ جي انهي پهلوءَ سان پڻ اسان جي شناسائي ٿي.

ماسڪو آئي ڪجهہ ڏينهن ئي ٿيا هئا، تہ منهنجي ٽنگن (پِنين) تي ۽ پُرءِ چاتيءَ تي ۽ ٻانهن تي ڪجهہ داڻا نڪتا. پهرين تہ مون سمجهيو تہ معمولي تڪليف آهي، گهڻو ڌيان ڪو نہ ڏنم. بس رڳو

مريم سلگانيڪ کي چيم تہ مون کي هوٽل جي ڊاڪٽر کان ڪو ملم وغيره وٺي ڏي. ڊاڪٽر هڪ نظر ڏسندي ئي چيو تہ وڃي ڪلينڪ ۾ ڏيکار. اديبن جي انجمن جو پنهنجو ڪلينڪ هو پين وڏن ادارن وانگر. ڪلينڪ ۾ سيني مرضن جا ماهر ۽ هر مرض جي تحقيق ۽ تشخيص لاءِ پورو سامان موجود هو. آءٌ جيئن پهتس تہ ڏٺم ڊاڪٽرن جو پورو بورڊ موجود هو. مون کي پوري طرح ٺوڪي وڄائي ڏٺائون. سيئي ڊاڪٽر ايڏا تہ خوش هئا جو لڳو پئي ڄڻ ڪين ڪا نعمت هٿ اچي وئي آهي. مون مترجم کان پڇيو تہ خبر پئي تہ ايمبولينس اچي ٿي ۽ مون کي هوٽل بدران اسپتال وٺي پوندو. مون مترجم کان پڇيو تہ اها اسپتال جي وري ڪهڙي مصيبت آهي؟ منهنجيون سياٽي الاهي ملاقاتون طئي ٿيل آهن، هتان ئي ڪا دوا ڏيو ۽ روانو ڪريو. آءٌ هوٽل تي پاڻ ئي ڪو بندوبست ڪري وٺندس. مترجم چيو:"ڊاڪٽر تہ ان ڳالهہ تي خوش هئا تہ چمڙيءَ جو جيڪو (virus) جراثيم گهڻن سالن کان وٺي ڪين هٿ ڪو نہ ٿي آيو. ڇاڪاڻ تہ اها بيماري هاڻ اسان وٽان ختم ٿي چڪي آهي ۽ هيڏن سالن کان پوءِ هي پهريون ڪيس هٿ لڳو آهي، سو توکي آسانيءَ سان ٿورئي ڇڏيندا." هڪ ڏورانهين اسپتال پهتاسين، اتي داخل ٿيس تہ مون کي پنهنجا جيل جا ڏينهن ياد اچي ويا. ٻاهر گارڊ بيٺا آهن. ڊاڪٽرن کي بہ پاس بنا اندر وڃڻ جي اجازت نہ آهي. ملاقاتين لاءِ هفتي ۾ رڳو هڪڙو پيرو ملڻ جي اجازت آهي سا بہ ٿوري دير لاءِ. باقي وقت اوهين قيد آهيو ۽ ڪاڏو پيتو پڻ نسخي موجب. انڪري پنهنجي تجربي جي بنياد تي اهو ڏس ٿو ڏيان تہ جي خدا نہ ڪري تہ اوهان کي زڪام، مٿي جو سور يا پيٽ جو سور ٿئي ۽ اوهين جيڪڏهن سوويت يونين ۾ هجو تہ ڊاڪٽر کي ڏيکاري اهو نہ سمجهجو تہ اوهان کي هاضمي جو مڪسچر يا اسپرو جي گوري ڏئي اوهان جي جان ڇڏيندو. هتي تہ دوا ڏيڻ کان پهرين اوهان جي دل

۾ دماغ، جگر، گرڊن، ڦڦڙ هر شيءِ جي چڪاس ٿيندي. ايڪسري ڪارڊيو گرام ۾ بقول پطرس بخاري مرحوم ته هڪ caesarian آپريشن کان سواءِ باقي هر امتحان مان اوهان ڪي گذرڻو پوندو. تڏهن وڃي ڪو اصل مرض جي دوا ملندي. البت هڪڙي سٺي ڳالهه آهي ته هتي جا ڊاڪٽر، نرسون ۽ اسپتال جو ٻيو عملو مريضن سان رڳو ونگار نه وهندا آهن. ڇو ته مريض هڪ جيئرو جاڳندو انسان آهي ۽ هن کي دوا سان گڏ شفقت ۽ همدرديءَ جي ضرورت به هوندي آهي، بس ڪا اهڙي ويڳاڻي شيءِ (object) آهي جنهن جي ڪري ذاتي ربط جو هئڻ ضروري ناهي. هتي هر ڪاروبار ۾ ذاتي تعلق جو دخل هونئن ته ناهي، پر طب ۽ صحت عامه بابت هتي اهو ئي نظريو آهي ته سماج جي سڀ کان وڏي دولت اتي جا ماڻهو آهن، جن جي محنت ڪري ئي دولت جي هر صورت موجود آهي. انڪري هر هڪ ماڻهوءَ جي زندگي قيمتي سرمايو آهي، جنهن جي پوري ريت سنڀال رياست ۽ سماج ٻنهي جي ذميواري آهي، انڪري پراڻي پهاڪي: "پينگهي کان قبر تائين" جيان طبي عملو هر جيئري جان سان لڳل آهي. انڪري ٻار پيدا ٿيڻ کان پوءِ ماءُ ۽ ٻار جي گهر پهچندي ئي ان علائقي جو مقرر ڪيل ڊاڪٽر ۽ هڪ نرس اچي گهر پهچن ٿا ۽ سورهن ورهين تائين اهو ٻار ان ئي ڊاڪٽر جي نگرانيءَ ۾ هوندو آهي. بالغ ٿيڻ تي هر مرد ۽ عورت کي سال ۾ هڪ ڀيرو ايڪسري ڪرائڻ لاءِ پولي ڪلينڪ وڃڻو پوندو آهي ۽ جيڪڏهن ڪير نه ٿو وڃي ته پوءِ مليشيا وارا اچي در کڙڪائيندا آهن. ڪلينڪ عام طرح ٻن قسمن جا آهن: هڪ ته هر علائقي جو عام ڪلينڪ هوندو آهي، ٻيو ڪنهن نه ڪنهن اداري سان لاڳاپيل ڪلينڪ. مريض جي مرضي آهي ته هو جنهن ۾ وڃڻ پسند ڪري. جيڪڏهن ڪنهن جي طبيعت وڌيڪ خراب آهي ته هو ٽيليفون ڪري ڊاڪٽر کي گهر گهرائي

سگهي ٿو. "زچہ بچہ" مرڪز الڳ آهن جن سان گڏ نئين ڄاول ٻار جي پرورش لاءِ گهربل سامان جهڙوڪ بوتلون ۽ کير وغيره پڻ ملي ٿو. سو ست اٺ ڏينهن اسپتال جي اڪيلائي ۽ پرهيز ۾ رهي دل بنھ بيزار ٿي وئي.

خوش نصيبيءَ سان آڪٽوبر انقلاب جي جشن جو ڏينهن اچي پهتو. گهڻين منٿن ۽ آزين ڪان پوءِ اسپتال مان وڃڻ جي اجازت ملي. هوٽل پهتس تہ بنو بيدي، تابان ۽ ٻيا دوست انتظار ۾ هئا. پڇياٿون: "ڪيئن گذري؟" چيم: "ڪجھ نہ پڇيوم دوستو! اسپتال ۾ پنهنجو هم جنس تہ ڪر ڪو هو ئي ڪونہ. بس رڳو عورتون ئي عورتون هيون، عصمت جو شيشو ڀڳو ڪونہ. سو شڪر."

پرڏيهي سياح تہ هاڻي اچڻ لڳا آهن، پر ماسڪو ۾ ٻهريان ئي ماڻهن جو هيڏو هجوم هوندو هو. سڀني جمهوريتن جا ماڻهو ايندا رهندا آهن. ڪو ڪم سان ايندو آهي تہ ڪو گهمڻ لاءِ. شهر جا گهڻي ڀاڱي دوڪان انهن سان ئي ڀريل رهندا آهن. مون ڪنهن کان پڇيو تہ نيٺ هيڏا ماڻهو هن شهر ۾ سمائجن ڪيئن ٿا؟ هوٽلن ۾ ايڏي گنجائش ڪٿي؟ جواب مليو: هيءُ يورپ ناهي، هتي جو دستور آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن جو ڪو دوست يا مِٽ مائٽ اچي ٿو، تہ بنا ڪنهن تڪلف ۽ آناڪانيءَ جي وٽن ترسي ٿو. گهر ۾ جاءِ هجي نہ هجي، پر مهمان لاءِ بهرحال جاءِ ٺاهڻي هوندي آهي.

اسان جي هڪ ملڻ واريءَ ٻڌايو تہ هاڻ تہ شهر ۾ ايڏي تنگي ناهي، پر ڪڏهن اهڙو بہ زمانو هو جڏهن هڪ ئي فليٽ ۾ ٻہ ٻہ ٽي ٽي خاندان رهندا هئا. اسان وٽ بہ اهڙو هڪڙي ڪمري جو فليٽ هو جنهن ۾ اسين زال مڙس ۽ ٻہ ٻار رهندا هئاسين. هڪڙي ڏينهن منهنجو مڙس ڪم تي ويل هو تہ هڪ وڏي عمر جي مائي در کڙڪايو در کوليم تہ اندر آئي. پڇيائين: فلاڻو هتي رهي ٿو؟ چيم: جي ها، هو منهنجو مڙس

آهي ، تہ چيائين: ”مان هن جي چاچي آهيان، سائيبيريا کان آئي آهيان. هينئر ڪجهہ ڏينهن ٿيا تہ پينشن ملي اٿم، سوچيم تہ هاڻ واندي ٿي آهيان تہ وڃي ماسڪو گهمي اچان. مڙوئي ڪتان توهان جو پتو هٿ ڪيم ۽ هلي آيس.“ چيومانس: ”اوهانجو پنهنجو گهر آهي، ڀلي ڪري آيون.“ منهنجو خيال هو تہ ڪو هڪ اڌ ڏينهن جي مهمان ٿيندي، پر هوءَ پورو مهينو ٽِڪي پئي. پوءِ منهنجي مڙس کان خبر پئي هئم تہ اها هن جي چاچي بہ نہ هئي، پر هن جي چاچيءَ جي سس جي ڪا ڀائيٽي يا ڀاڻيجي هئي. سو هتي بہ خاندان، سڱ سياپا، گهرو تعلقات، پاڙيسري هجڻ، دوستاڻو ميل ميلاپ انهن لاءِ ساڳيا پراڻا روايتي مشرقي طور طريقا قائم آهن ۽ مغربي سماج وانگيان انهن روايتن جي ڀيچ ڊاهہ اچا تہ نہ ٿي آهي، بلڪہ ان نظام ۾ هڪ ٻئي سان قربت ۽ ڀائپيءَ جا نوان بنياد پيا آهن. مثال طور مغربي معاشري ۾ نئين پرڻيل جوڙي کي پنهنجو نئون ۽ ڌار گهر آباد ڪرڻ جو فڪر هوندو آهي، پر هتي وري ان جي ابتڙ نوان ماءُ پيءُ ڪنهن ڏاڏي سائين يا ناني امان کي ميڙ منٿ پيا ڪندا آهن تہ اهي ساڻن گڏ رهن ۽ سندن مصروفيت وقت ٻارن جي سار سنڀال لهن يا گهر جي ننڍڙن ڪمن ۾ هٿ ونڊائين.

ننڍپڻ ۾ اسان گهڻن دوڪانن تي لکيل ڏٺو هو:”اوڏر محبت جي قئنچي آهي.“ خبر پئي تہ هر ڪاروباري معاشري ۾ محبت جي صرف اها ئي هڪڙي قئنچي ناهي، ٻيون بہ گهڻيون ئي قئنچيون آهن، پر هڪ غيرطبقاتي نظام ۾ رڳو انهن خانداني يا دوستاڻن رشتن جي ئي نہ، پر هر طرح جي تعلقات جي نوعيت بدلجيو وڃي. مثال طور مٿي زندگيءَ جي ڪار وهنوار ۾ ذاتي تعلق جو ذڪر نڪتو هو. يورپ توڙي ٻين مغربي ملڪن ۾ ڪنهن اجنبيءَ سان اجائي بي تڪلفي کي وڏو عيب سمجهبو آهي ۽ taking liberties چئبو آهي. ماڻهو

سيئي مختلف خانن ۾ ورهايل آهن. ڪو ڊاڪٽر آهي ته ڪو مريض، ڪو گراهڪ آهي ته ڪو دوڪاندار، ڪو ڊرائيور آهي ته ڪو مسافر، ڪو آقا آهي ته ڪو ملازم. سو انهن سيني جي وچ ۾ ڳالهه ٻولهه جا ڪجهه قاعدا مقرر آهن، جن کي اورانگهڻ کي بدتميزي سمجهيو آهي. لنڊن ۾ بس جو ٽڪيٽ ڏيندڙ عورت يا سگريٽ جي دوڪان تي ڪا بزرگ مائي اوهان کي پيارا، پياري يا منهنجي جان ضرور چوندي، پر اهي لفظ محض محاورتاً استعمال ڪيا وڃن ٿا. اهي ڪي ذاتي خطاب ناهن. مغربي معاشرو هڪ سرمائيداري سماج آهي اهڙي سماج ۾ هر ڪنهن کي هر وقت هوشيار رهڻو ٿو پوي ته ڪو ٻيو ماڻهو متان دوستي ياريءَ ۾ دوکو ڏئي، پنهنجو ڪو فائدو ته نه پيو وٺي. هتي معاملو ابتڙ آهي. ٽيڪسي ڊرائيور سان ڪو مسافر اچي ويهندو مس ته پاڻ ۾ ڪچهرين جي ڏُم لڳي ويندي. هوٽل ۾ اوهان نيرن تي ڪجهه سولو نه کاڌو آهي ته هوٽل جي ملازم اوهان جي مترجم کان پڇندي ته هن کي اسان جو کاڌو ڪو نه وڻيو ڇا؟ يا طبيعت ٺيڪ ڪو نه اٿس ڇا؟ آفيس ۾ باس توڙي هيٺيون عملو ڪارخاني ۾ مئنيجر توڙي ڪاريگر سيئي پاڻ ۾ بي تڪلف دوستاڻي لهجي ۾ ڳالهائين ٿا. هڪڙي ڳالهه ٻي به آهي ته هتي ”جي جناب، حضور، صاحب ۽ سرڪار“ جهڙا لفظ ڪير جاڻي ئي نه ٿو. هتي ته هر ڪو ڪامريڊ آهي يا پنهنجي نالي جي پهرين لفظ سان ڪيس سڏيو وڃي ٿو. جيڪڏهن تڪلف ڪرڻو آهي ته ان جو پورو نالو وٺي ڇڏيو جيئن: آندري پيترو وچ، يعني محمد بخش الله بخش. هتي دفتري يا انتظامي يا ڪاروباري حلقي ۾ ڊسيپلين گهڻو آهي. آمدني ۽ آسائش ۾ به هيٺاهين مٿاهين آهي، پر سوشل ۽ ذاتي تعلق ۾ اها شيءِ ناهي.

ان مان اهو نه سمجهي وٺو ته هتي رڳو فرشتا صفت ماڻهو آباد آهن جن ۾ ڪي به انساني ڪمزوريون نه آهن. هتي جڏهن ماڻهن سان

دوستي وڏي تہ اھڙا انيڪ قصا ٻڌڻ لاءِ مليا ۽ انھن ڪي ٻڌي ڪجھہ اطمينان ٿيو تہ ھتي بہ محبتون ناڪام ٿين ٿيون، ھتي بہ دليون ٽٽن ٿيون، رقابتون ٿين ٿيون، سَس نُنھن جا جھيڙا ٿين ٿا، ھتي جھيڙاڪ زالون بہ آھن ۽ بدمزاج مڙس بہ آھن. انڪري "غم دوران" جو علاج تہ ماڻھن ڳولي ورتو آھي، پر "غم جانان" جو نسخو اڃا ڪنھن جي ھٿ نہ لڳو آھي ۽ نہ لڳي تہ چڱو آھي، نہ تہ اسانجا ويچارا شاعر دوست ڇا ڪندا!! البتہ "غم دوران" کان ڇوٽڪاري جا ڪيترائي پاسا سامھون آيا آھن. پاڻ وٽ ھڪڙو پراڻو پھاڪو آھي جيڪو اڄڪلھہ ٻڌڻ ۾ ڪجھہ گھٽ اچي ٿو: "پئسو ھٿ جي مر آھي." سو پئسي بابت ڇا سوچڻو اھو پھاڪو پانيان ٿو انھن ڏينھن جو آھي جڏھن پراڻن نوابن، اميرن، وزيرن کي ضرورت جي ھر شيءِ رعايا جي محنت جي عيوض پئي ملندي ھئي ۽ پئسو رڳو عيش عشرت ۾ اڏائڻ جي ڪم ايندو ھو. ھاڻي اھو دور ئي نہ رھيو آھي، ھاڻ تہ ڪاروباري دنيا ۾ ھر ڪو پئسي ۽ دولت لاءِ ڏسي ٿو تہ جيڪڏھن ضرورت کان وڌيڪ آھي تہ پئسي مان پئسو ڪيئن ڪمائجي ۽ جيڪڏھن گھٽ آھي تہ اتي، لٽي ۽ اڃھي مان ڪھڙي ضرورت پھرين پوري ڪجي. سوويت سرزمين ۾ پئسي جي اھا ئي حيثيت نظر ٿي اچي. ماسڪو جھڙو وڏو شھر ھجي يا وري ڪو ننڍڙو شھر، کائڻ پيئڻ، پائڻ ھنڊائڻ ۽ گھرو ضرورتن جي سامان سان دُڪان ڏٽيل آھن ۽ ھر جاءِ تي ائين ئي آھي. ماڻھو ھر وقت پئسي خرچڻ لاءِ تيار آھن. جڏھن آءٌ پھريون ڀيرو ھتي آيو ھوس تہ ضرورت جي ڪيترين ئي شين جي اڻاٺ ھئي. خاص ڪري ڏيساور جو مال بنھہ گھٽ ھو. انڪري خريداريءَ تي لٽ لڳي پئي ھئي ۽ مون کي ان تي تعجب بہ نہ ٿيو ھاڻ اھا ڪيفيت ناھي. اول تہ يورپ جي ٻين سوشلسٽ ملڪن ۾ گھڻن ئي نمونن جو عاليشان سامان تيار ٿي رھيو آھي جيڪو آسانيءَ سان ملي بہ ٿو.

ان کان علاوه هاڻي سرمائيدار ملڪن سان پڻ واپار تي رهيو آهي بلڪ ان ۾ واڌارو ٿيو آهي. انڪري هُتي جو سامان هِتي هاڻ ڪو عجوبو ڪونه رهيو آهي، انڪري هاڻ هتي ننڍين ننڍين دوڪانن بدران وڏا وڏا ڊپارٽمينٽل اسٽور کلي ويا آهن جن تي هر قسم جو مال موجود آهي، پر ان جي باوجود خريدارن جي هجوم ۾ واڌارو ٿي رهيو آهي. خير اها ڳالهه ته شايد ڪا اهڙي نه آهي. هڪ ڀيرو اسين ماسڪو مان پنهنجي مترجم سان گڏ لينن گراڊ وڃي رهيا هئاسين، رستي ۾ هن جي پٽونءَ تي منهنجي نظر پئي ته ان ۾ ڏهه روبل جي نوٽن جون الاءِ ته ڪيتريون ٿهيون رکيون هيون. چوڻ لڳي ته هتان ڪجهه خريداري ڪرڻي آهي. بعد ۾ خبر پئي ته هن کي پنهنجي ڌيءَ لاءِ هڪ بربط جي قسم جو ساز "هارپ" تي کپيو جيڪو لينن گراڊ ۾ تيار ٿئي ٿو ۽ جنهن جي قيمت سترهن سؤ روبل آهي جيڪو اسان جي روپئي ۾ اڄڪلهه جي اگهه موجب سترهن هزار روپين جو ٿيندو. ان فضول خرچيءَ تي مون احتجاج ڪيو ته چوڻ لڳي: نيٺ بچيل پئسو ڪٿي ته کپائبو. اسين پئسا بچايون به ان خيال کان ٿا ته، فلاڻي شيءِ ڳنهنداسين، ڪار خريد ڪئي سين، گهر ڪيوسين، گهر لاءِ ڪا قيمتي شيءِ خريد ڪئي سين. ٺلهو بئنڪ ۾ پئسو سيڙائڻ مان ڪهڙو فائدو؟ پئسي پنجڙ کان بي فڪري "غم روزگار" کان فراغت جو هڪ پاسو آهي. ٻيو پاسو ان فراغت ۽ فرصتِ وقت کي ڪنهن مصرف ۾ آڻڻ لاءِ آهي. اسان جي بزرگن ته ان لاءِ هڪڙو ئي مشغلو ڏسيو آهي "غم نداري بُز بخز" سو ان مان لڳي ٿو ته ڪڏهن ٻڪري پالڻ به ڪو دلچسپ ڪم رهيو هوندو پر هاڻ ههڙي تفريح ۾ ڇا رکيو آهي؟ انڪري هتي ڪي شوق ته ماڻهن پاڻ به پاليا آهن ۽ ڪن کي تسڪين اجتماعي طور رياست ۽ معاشرتي ادارا ٿا پهچائين. مثال طور ماسڪو ۾ هڪ ميوزيم آهي، جتي ماڻهن جون هٿ جون ٺهيل

شيون رکيل آهن، ڪڪن پنن مان ٺاهيل تصويرون، منظر ۽ شڪليون، ٺاهيل مجسما ۽ ايبسٽريڪٽ ڊزائين، مختلف قسمن جي پٿرن، ڌاتو ۽ سپين مان ٺاهيل ڊيڪوريشن پيس. هر شيءِ محنت، ذوق ۽ هنر جو عاليشان نمونو. ڪجهه عرصو پهرين ماسڪو ۾ هڪ نمائش لڳائي وئي هئي جيڪا مختلف پيشيور ماڻهن جهڙوڪ ڊاڪٽرن، انجنيئرن، سائنسدانن پاران "مائيڪرو ايگزيبيشن" جي نالي سان ترتيب ڏني وئي هئي، ان کي اوهين "خورد ڪاري" چئي سگهو ٿا. ان جي اهم ڳالهه هيءَ هئي ته اوهان خوردبين يعني مائيڪرو اسڪوپ کان سواءِ ان شيءِ کي ڏسي نه ٿي سگهيا. چانور جي داڻي تي سوره فاتح لکيل ته مون به ڏٺي آهي، پر مڪئيءَ جي هڪڙي داڻي تي هڪڙي پاسي شطرنج جي بساط پنهنجن پورن مهرن سوڌي اڪريل هئي ۽ ٻئي پاسي هڪ مشهور آرٽسٽ جي تصوير جو رنگين نقل "وار جي کل ڪڍڻ" ته آءُ سمجهان ٿو ته محاورو آهي (اردو محاورو: بال کي کهال نکالنا)، پر هن نمائش ۾ هڪڙي ڪاريگر نه رڳو وار جي کل ڪڍي هئي، پر ان کل مٿان ڳاڙهن ۽ ساون رنگن مان ٺهيل گلاب جو گل پنهنجي ساون پنن سوڌو ٽڙيل ڏسڻ ۾ پئي آيو. خير اهي ڪم ته ڄاڻو ۽ ڪاريگرن ئي ڪيا هوندا. ڪنهن عام ماڻهوءَ جي ڳالهه ڪئون. هڪ لڳا پنهنجي مترجم اولگا سان ٽيڪسي ۾ ڪٿي ويس پئي، ته ٽيڪسي ڊرائيور اولگا کي سگريٽ آڇي: "توکي ڪيئن خبر پئي ته آءُ سگريٽ ڇڪيان ٿي؟" اولگا پڇيو. "آئون تو بابت گهڻو ڪجهه ڄاڻان ٿو." ڊرائيور چيو: "توکي ڪيترائي پيرا آفيس ايندي ويندي ڏٺو آهي." خبر پئي ته هي ماڻهو نفسيات ۽ قيافه شناسيءَ جو مطالعو ڪري رهيو آهي.

ماسڪو ۾ هر قسم جي مخلوق جو ذڪر ٿيو هو پر اها ته رڳو هن شهر جي ٿورڙي جهلڪ هئي، هن شهر ۾ ته ڄڻ پوري سرزمين جي

برادرين جي رنگارنگي ۾ نرالائپ آهي جنهن جو حال بعد ۾ وچي کلي ٿو. ڪنهن ٻڌايو هو تہ داغستان ۾ جڏهن صبح جو ريڊيو پروگرام شروع ڪن ٿا، تہ انائونسر کي چوِيهن ٻولين ۾ دعا سلام ۽ "صبح بخير" چوڻو پوي ٿو. اها ڳالهہ ممڪن آهي تہ محض لطيفو هجي، پر ايتري تہ پڪ آهي تہ اڄڪلهہ هتي ڇاهتر (76) ٻولين ۾ لکڻ پڙهڻ ۽ پڙ تعليم ۾ تدريس جو سلسلو هلي پيو۽ ظاهر آهي تہ هتي هيترين مختلف تهذيبون آهن. انهن ۾ ڪيترائي وسيع علائقا آهن، تہ ڪيترين ئي ڪشاديون ۾ وڏيون آباديون شامل آهن. جيئن روسي وفاقي جمهوريہ آهي ۽ ڪجهہ وري بنهہ ننڍا علائقا ۽ ننڍيون قوميتون بہ آهن. جيئن ڪالميڪ آهن يا باشڪير آهن. ڏکڻ، اُتر، اولهہ ۽ اوير ڪنهن بہ پاسي نڪري وڃو ڪجهہ سوَن ميلن کان پوءِ زبان، لباس، تعميرات، رهڻي ڪرڻي، غرض هر شيءِ مڪمل طور تي بدليل ملندي هتي جديد طرز جا عاليشان شهر بہ آهن تہ پراڻن ڪچن گهرن وارا ڳوٺ بہ. سائبيريا جي شڪارين جا ڪاٺ جا گهر بہ آهن تہ قازقستان جي ريڍارن جا اُن جا ٺهيل تنبو بہ. هر علائقي جي پنهنجي تاريخ آهي ۽ پنهنجا هيرا آهن. جارجيا يعني گرجستان ۾ "رُستا ويلي" جا راڳ ٿا آلاپجن تہ ازبڪستان ۾ "علي شير نوائي" جا نعرا آهن. ايسٽونيا ۽ ليتويا جا رهندڙ "ڪالاف" جا قصا ٿا بيان ڪن، تہ لينن گراڊ جا رهاڪو "پيٽر اعظم" سان پيار ٿا ڪن. هر ڪو پنهنجن هيرن تي فخر ٿو ڪري. ايتري تہ ڪنهن ابتدائي ڪتاب مان بہ خبر پئجي سگهي ٿي، ڏسڻو اهو آهي تہ اهو وڻ وڻ جي ڪانيءَ وارو ڪتنب نيٺ ٺهيو ڪيئن!

مختلف تهذيبون ۽ انهي سيني جي مختلف رهڻي ڪرڻي، هيڏي هيناهين مٿاهين سطح تي بيٺل هيڏيون ساريون قوميتون ۽ انهن جا انيڪ رنگ ڍنگ، مزاج ۽ ڪردار۽ انهن سيني ۾ اها کهڙي

اهڙي مشترڪ شيءِ هئي، جنهن مشترڪ سوويت تهذيب جي شڪل اختيار ڪئي. هتي جا مادي ۽ اقتصادي عوامل ته هڪڙي ئي نظر ۾ اکين آڏو اچيو وڃن. مثال طور اوهين جي ماسڪو جي ريسٽورنٽ ۾ ويٺا آهيو ته اهو ممڪن آهي ته جا مڇي اوهان جي پليٽ ۾ آهي، اها ڪامچانڪا مان آئي هجي ۽ جيڪو گوشت اوهين کائو پيا سو ايستونيا کان آيو هجي، صوف مولدلويا جي باغن جا هجن ۽ نارنگيون گرجستان جون هجن. جيڪو لباس اوهان کي پاتل آهي ان ۾ قراقلي سمرقند جي هجي ۽ سمور سائبيريا جو هجي. ريل ۾ سفر ڪندا هجو ته ريل جو ڊبو ريگا جي ڪارخانن ۾ ٺهيو هجي ۽ انجڻ لينن گراڊ ۾، يعني سوويت يونين جي پوري سرزمين هڪ وسيع ۽ مشترڪ منڊي آهي، جنهن ۾ ڏيتي ليتي، منافعي ۽ خساري جا اهي تضاد موجود ناهن جن جي ڪري يورپ جي مشترڪ منڊي ۾ هر روز فساد برپا ٿيندو رهي ٿو. اها ته ٿي هڪڙي ڳالهه. تهذيب ۽ تمدن جي پاسي اچو ته ٿورڙي مختلف صورت ۾ اهڙو ئي نقشو هتي به نظر ايندو. هتي گهڻو ڪري برادريون اهڙيون آهن، جن کي انقلاب کان پوءِ پهريون ڀيرو غربت ۽ زبردستيءَ مان نجات حاصل ٿي آهي ۽ علامه اقبال جي اصطلاح موجب کين پنهنجي خوديءَ کي مڃائڻ ۽ پنهنجي فن ۽ ادب کي فروغ ڏيڻ، وڌائڻ ويجهائڻ جو موقعو مليو آهي ۽ جيئن ته سوويت يونين انهن جي يونين يا اتحاد آهي، ادغام يا هڪ وحدت ناهي، انڪري جنس، مال ۽ مشترڪ منڊي جيان هتي اُها اڇوتي شيءِ پيدا ٿي آهي جنهن کي تهذيبي يا ثقافتي مشترڪ منڊي چئي سگهجي ٿو. روسي زبان کي ان منڊيءَ جو سڪو يا متاستا جو ناڻو تصور ڪريو جنهن جي وسيلي هر جاءِ جو مال اچ وڃ ڪري سگهي ٿو. روس جو شولوخوف هجي يا سائبيريا جو شوڪشن، قرغزيه جو چنگيز اتماتوف هجي يا داغستان جو رسول حمزه، جارجيا جو ايرا علي

اباشتر يا تاجڪستان جو ترسون زاده، انهن سڀني جون لکڻيون هر علائقي ۾ هڪ جيتريون مقبول آهن ۽ اهي هن گڏيل منڊيءَ جو گڏيل ناٽو آهن. ان ريت هتي جي ڪلاسيڪل ادب جا شاهڪار به ته ٻيا فن رقص، موسيقي، مصوري ۽ عمارت سازيءَ جا فن پڻ. اڄ آرمينيا جو طائفو سائيبيريا ۾ ماڻهن کي وندرائي رهيو آهي ته سياڻي يوڪرائن جو ڪو رقاص يا آذربائيجان جو ڪو موسيقار ريگا ۾ پنهنجي فن جو ڪمال پيو ڏيکاري ۽ پوءِ انهن ماڻهن ۾ هڪ ٻئي سان ربط ۽ تعلق جون ٻيون به ڪيتريون ئي صورتون آهن. مختلف هنرمندن جي مقامي تنظيمن کان علاوه هڪ مرڪزي تنظيم به آهي. اديبن جي انجمن آهي، اداڪارن جي انجمن آهي ۽ پيشيورن جون ڌار ڌار تنظيمون آهن. اهڙي ريت مقامي ڪلينڪ سينيٽوريم وغيره کان سواءِ ڪيترين ئي صحت افزا جاين تي مرڪزي ريسٽ هائوس آهي. مثال طور اُتر ۾ ريگا ويجهو هڪ ننڍو شهر آهي ڊبولتي، اتي بحربالٽڪ جي سامونڊي ڪناري تي ٿالهيءَ جي وڻن ۾ گهيريل هڪ گهڻ منزلو ريسٽ هائوس اديبن لاءِ آهي جتي اونهاري جي موسم ۾ مختلف علائقن کان ليکڪ اچي ڪٺا ٿيندا آهن. هن منهنجي ليک جا ڪجهه صفحا مون پڻ اتي ئي لکيا آهن. ذڪر ۾ اهڙوئي هڪ ريسٽ هائوس بحراسود جي ڪناري گاگرا جي مقام تي آهي. انهن ريسٽ هائوسن ۾ مختلف موقعن تي جلسا ۽ محفلون منعقد ٿينديون آهن. هن گڏيل منڊيءَ جي خاصيت اها آهي ته ان جا گراهڪ رڳو ڪنهن خاص پڙهيل ڳڙهيل يا خوشحال طبقي جا ماڻهو ناهن ۽ اهو به ناهي ته ان ۾ رڳو هتي جي مال کي ئي نماءُ لاءِ رکي سگهجي ٿو مون ماسڪو ۾ پيرس کان آيل موناليزا جو درٻار ڏٺو آهي. اسپين مان آندل مشهور مصور گويا جون پينٽنگز ڏٺيون آهن، مصر مان آندل فرعون بادشاهه جا نوادرات ڏٺا آهن. هيڙن شاهڪارن کي ڏسڻ لاءِ شائقين جون ميل

پہ ميل ڊگهيون قطارون لڳل هونديون آهن ۽ اوهين اهو نہ ٿا ٻڌائي سگهو تہ انهن ۾ شاگرد ۽ شاگرديائيون بہ آهن، تہ ٽيڪسي ڊرائيور بہ، بيرا بہ، ڪارخانن جا مزور بہ، وزيرن جون بيگمات پڻ تہ انهن جون ملازمائون بہ. ٻئي خاصيت اها آهي تہ فن ۽ هنر، تهذيب ۽ تاريخ جو ذوق ۽ شوق ٻارن کي ننڍپڻ ۾ ئي سُتي سان گڏ وجهجي ٿو. ڪا نمائش گاهہ هجي، تاريخي عمارت هجي، آرٽ گيلري هجي، جتي ڪٿي ٻارن جي هڪ فوج ماسترياڻين سان گڏ موجود هوندي، ٻارن جا اسڪول ۽ راندين جا ميدان تہ هر پاڙي اوڙي ۾، ڪنهن ڪمپائونڊ ۾ آهن ئي آهن (پاڙي ۾يا ڪمپائونڊ ۾ انڪري تہ ٻارن کي رستو پار نہ ڪرڻو پوي). پر هت تہ لڳي ائين ٿو تہ هر تهذيبي مرڪز پنهنجو هڪ دبستان کولي رکيو آهي.

ان سڀ کان وڏيڪ اهي تاريخي تجربا آهن جن مان هي پوري برادري گذري آهي، يعني آڪٽوبر انقلاب ۽ ٻي مهاڀاري جنگ. انهن ٻنهي معرڪن ۾ سيني گڏجي جنگيون جوٽيون آهن، رت وهايو اٿن، جانيون ڏنيون اٿن، جن جا يادگار جاءِ جاءِ تي شهر ۾ قائم آهن ۽ اهي بہ نعرا "انقلاب ۽ امن" انهن جي فڪر ۽ عمل تي ڇانيل آهن. ڳالهہ ماسڪو جي پٺي تي ۽ الاءِ ڪٿان کان ڪٿي وڃي نڪتي. ويجهڙائيءَ ۾ هڪ فلم فيسٽيول ۾ هڪڙي آمريڪن ڇوڪريءَ سان ملاقات ٿي، جنهن منهنجي هڪ پاڪستاني عزيز جميل دهلويءَ جي فلم ۾ ڪم ڪيو هو. هڪڙي شام اسين شو ڏسي نڪتاسين تہ چيائين: "آءُ هوٽل کان ٻاهر پنڌ ڪٽي ڇڪر هٽي تي اچان."

مون چيو: "وچ! ڪنهن جهليو اٿئي؟" چوڻ لڳي: "پر رستو ويران آهي ۽ اونداهہ بہ ٿي وئي آهي."

مون چيو: "پوءِ..."

چيائين: "ڪو خطرو تہ ناهي؟"

چيومانس: "ڪهڙو خطرو؟ هتي تہ سڄي رات ماڻهو ڪم هاج سان هلندا ٿا رهن."

"سچي! نيويارڪ ۾ تہ هاڻ اڪيلي يا ڪنهن اجنبيءَ سان لفٽ مان لهندي چڙهندي بہ ڊپ ٿيندو آهي."

چيومانس:"هي نيويارڪ ناهي، ماسڪو آهي!"

***

باب ٽيون

# سائبيريا ۾ پيا منظر

جڏهن اسين سائبيريا جي گاديءَ واري هنڌ نودوسي برسڪ جي هوائي اڏي تي لٿاسين تہ منهنجو پهريون تاثر اهو هو تہ هتي تہ ڏاڍي گرمي آهي. اهو جون جو مهينو هو ۽ جون جي سارڙيندڙ اُس هئي. منهنجي ذهن ۾ تہ سائبيريا جي برف جو اهو تصور ويٺل هو جيڪو دوستو يفنسڪي، شيشڪوف ۽ ٻين ڪلاسيڪل اديبن جي تحريرن مان اسان اخذ ڪيو هو ۽ آڪٽوبر انقلاب کان پهرين يا پوءِ جا جيڪي قصا مون ٻڌا هئا تہ هن هولناڪ علائقي ۾ رڳو وحشتناڪ ٻيلا آهن، خوفناڪ ڏٻٽيون آهن ۽ گنجا پهاڙ آهن. هتي ڏينهن رات

برف پئي وسندي آهي ۽ اهڙو ڪڙڪيدار سيءُ پوي ٿو جو جن ويچارن مظلومن کي سياسي ڏوهن جي سزا طور سائبيريا موڪليو ويندو آهي، تن جا هٿ پير ٺورن ٿي ڏينهن ڪان پوءِ سيءُ ڪان ڄمي ويندا آهن. انڪري مون سپ ڪان پهرين ته ان گرميءَ تي حيرت جو اظهار ڪيو. تنهن تي ميزبان چيو: ”هي ماسڪو ناهي، جتي ڪڏهن ته گرميءَ جي مند ۾ ماٺهو ڏڪن ٿا ۽ ڪڏهن وري سياري جي مند ۾ گرميءَ جو نه سهي، پر بهار جي مند جو شبهو ٿيندو آهي. اسان وٽ موسمون اهڙي دوکيبازي ڪو نه ٿيون ڪن. هتي گرميءَ جي مند ۾ گرمي آهي ته سياري جي مند ۾ سيءُ. ماسڪو وارا ته جيڪڏهن ٻڙيءَ کان ڏهه ٻارهن ڊگريون گرمي پد گهٽجي وڃي ته گهوڙا گهوڙا ڪندا آهن، اسان وٽ ته برف ڄمڻ واري پد کان ٽيهه چاليهه ڊگريون هيٺ هليو وڃي ته چڙ ڪا ڳالهه ئي ناهي، سو سائين اوهين جنهن مند ۾ آيا آهيو اها سائبيريا گهمڻ جي مند ناهي، اوهان کي جيڪڏهن هِتي جو بهار ڏسڻو آهي ته سياري ۾ اچو.“

مون دل ئي دل ۾ چيو ته چڱو جو اهڙي بهار کان بچياسين. اسان جو ميزبان جيڪو اسان کي هوائي اڏي تي وٺڻ آيو هو نودوسي برسڪ شهر جو ميئر هو. پورو نالو ته ياد ناهي رڳو فلپ پوف ياد آهي. اڌوڙت عمر جو وچولو قد، تکا نقش، سنهو پر ڪسرتي جسم، هلڻ جي انداز مان فوجي ٿي لڳو جنهن جي تصديق سندس سادي ڪوٽ تي لڳل ٻلن ڪئي. پوءِ خبر پئي ته مهاڀاري لڙائي دوران هو سوويت بحريه ۾ آفيسر هو ۽ ٻه ڀيرا زخمي ٿيو هو. هوائي اڏي کان هلياسين ته گهڻو پري تائين ڪاٺ جي ننڍين ننڍين گهرن جون قطارون هيون، جن جو نقشو ڪجهه گُڏين جي گهرن جهڙو هو. روس جي ڳوٺاڻن علائقن ۾ اجا تائين اهڙا گهر ڏسڻ ۾ ايندا آهن. اهڙي هر گهرڙي جي چوڌاري

زمين جي ٿوري ٽڪري ۾ گل ڦل ۽ پاڇيون پوکيل هونديون آهن ۽ چوڏاري ڪاٺ جو جهنگلو لڳل هوندو آهي.

فلي پوف چوڻ لڳو:"هيءَ ڪاٺ جي گهرن جي جيڪا اوهان وسندي ڏسي رهيا آهيو ان کي ٿي انقلاب کان پهريان جو ڪانوووسي برسڪ سمجهو. بس ايترو ٿي ننڍڙو ۽ گمنام ڳوٺڙو هو. هاڻي شهر ۾ رهندڙ ماڻهو هن کي پنهنجي مضافاتي آرام گاهه طور استعمال ڪن ٿا ۽ انهن مان گهڻو ڪري گهر انهن شهرين جي ذاتي ملڪيت آهن، انقلاب کان پهرين هتي نه بجلي هئي نه گيس، نه ريل، نه پڪو رستو . آءٌ تاريخدان نه آهيان. انڪري ياد نه اٿم ته هيءُ علائقو ڪهڙي رئيس جي جاگير هو. بهرحال، ڪنهن جو ته هوندو ۽ انهن گهرن ۾ هن جا غريب هاري رهندا هوندا ۽ هاڻي جيڪو شهر اسان آباد ڪيو آهي ،سو ته توهان هونئن به ڏسندؤ." پوءِ ڪجهه معذرت واري لهجي ۾ چيائين:"مون کي خبر آهي ته اوهين اديب آهيو ۽ ثقافتي معاملن ۾ دلچسپي رکو ٿا. پلا ماسڪو کان پوءِ اسين اوهان کي ٻيو ڇا ٿا ڏيکاري سگهون. اسان وٽ نه ڪريملن جهڙو ڪو محل آهي، نه بالشوءِ ٿيئٽر، نه ماسڪو جهڙيون نوادرگاهون. نه اهڙا تاريخي آثار اسان جو ته هڪ بنهه نئون آباد ٿيل شهر آهي، ان ۾ اهو سيڪجهه ڪٿان آيو بهرحال اوهان جي مهرباني آهي جو اوهين آيا آهيو." مون کي بنهه ائين لڳو جڻ ڪنهن پُرتڪلف دعوت کان پهرين ڪو چئي رهيو هجي: اوهان جي قابل ته ناهي، پر گهر ۾ جيڪا دال ماني آهي سا حاضر آهي.

اسين جيئن ئي شهر جي ويجهو پهتاسين ته ، ميئر صاحب جو لهجو بدلجڻ لڳو: " اهو روڊ جنهن تي اسين وڃي رهيا آهيون، لينن گراڊسڪي پراسپيڪٽ (شاهراهه) آهي، ان ساڳئي نالي جو هڪ روڊ اوهان ماسڪو ۾ به ڏٺو هوندو پر ڏيگهه ويڪر ۾ ماسڪو واري روڊ جو هن روڊ سان ڪو مقابلو ناهي."

اسين هاڻي ذري گهٽ شهر پهچي چڪا هئاسين. هڪ ساواڻ مائل نيري رنگ جي عاليشان عمارت تي نظر پئي تہ ميئر صاحب چيو "هيءَ عمارت ڏسو ٿا، هي هتي جو ريلوي اسٽيشن آهي، ماسڪو ۾ ڪو بہ ريلوي اسٽيشن هن جي برابريءَ جو ناهي.... ۽ هي اسان جو اوپيرا گهر ۽ ٿيٽر آهي. ان ۾ ماسڪو جي بالشوءِ ٿيٽر کان گهٽيون وڌيڪ سيٽون آهن. سو خبر اها پئي تہ ماسڪو وارا ڪنهن بہ ڳالهہ ۾ سائبيريا جو مقابلو نہ ٿا ڪري سگهن. هتي جا دريا، هتي جون ڍنڍون، هتي جي سائنسي اڪادمي، هتي جا روڊ رستا، هتي جي اسٽيشن، ٿيئٽر هر شيءِ ماسڪو کي شرمائي ٿي ۽ جڏهن شام جو اسين مانيءَ تي ويٺاسين تہ حرف آخر طور هڪ پورو گلاس برانديءَ جو پريائين ۽ پڇيائين: "ماسڪو ۾ ڪير آهي جو هي پورو گلاس ساهہ کڻڻ کان سواءِ يا پاڻيءَ کان سواءِ هڪ ڌڪ پي وڃي." ائين چئي غٽاغٽ پي ويو. پوءِ چيائين: "ادا ائين نہ سمجهجان تہ آءٌ ڪو متعصب سائبيرين آهيان. منهنجو اصل وطن تہ لينن گراڊ آهي، وڏي جنگ کان پوءِ جڏهن سائيبريا ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ رضاڪارن جي طلبي ٿي تہ آءٌ بہ هليو آيس ۽ هاڻ ائين لڳي ٿو تہ مون سموري زندگي ڏاهپ جو ڪو فيصلو جيڪڏهن ڪيو آهي تہ اهو ئي ڪيو آهي."

سڄو ڏينهن اسان شهر جا مختلف علائقا ڏٺا. درياهہ جو سير ڪيم. اوپيرا ڏٺي سين. ٻئي ڏينهن ميئر صاحب سان گڏجي سائبيريا جي شهره آفاق سائنس اڪادمي ڏسڻ وياسين. قطار در قطار اوچين عمارتن جو هڪ سلسلو هو. پر هاڻي مون تي عمارتن جو ڪو رعب نہ پوندو آهي. ها پر جڏهن سائنس اڪادمي جي ڊائريڪٽر هن خطي جي قدرتي ذخيرن جو بيان شروع ڪيو ۽ ان جي وضاحت لاءِ مختلف نقشا، چارٽ، تصويرون ڏيکاريائين ۽ انگن اکرن جي لسٽ ڪڍي آڏو رکيم تہ پوءِ پنهنجي تاثر لاءِ جيڪڏهن ڪو موزون ۽ مناسب لفظ مون

ڪي ملبيو تہ اهو هو "هئبت" اهو تاثر ڪجهہ اهڙو ئي هو جهڙو پراڻي
زماني جي طلسماتي ڪهاڻين مان پيدا ٿيندو هو. هن چيو تہ هن
سرزمين مان هن وقت تائين اسان جيڪو ڪجهہ بہ ڪڍيو آهي سو
اتي ۾ لوڻ برابر آهي، هن چيو تہ هن علائقي ۾ تيل جا ايڏا کوهہ آهن
جو انهن کي کوٽي وري لٽي ڇڏيو اٿئون. ڪجهہ تہ ان سببان تہ هتي
رسڻ ۽ نيئڻ تي خرچ گهڻو ايندو ۽ ان سان گڏ پئسي کي اسان ڪنهن
وڌيڪ بهتر هنڌ خرچ ڪري سگهون ٿا ۽ ٻيو انڪري بہ تہ في الحال
اسان کي وڌيڪ تيل جي ضرورت ناهي ۽ ان کان پوءِ هن نقشي تي
ڪجهہ ٻين جاين بابت ٻڌايو تہ هتي سون جون کاڻيون آهن، هتي لوهہ
آهي، هتي ڪوئلو آهي، هتي هيرا جواهر آهن.

"يلا ڪڏهن ڏهہ لک ڊالر (هڪ ملين) توکي هٿ آيا آهن؟" هن
اوچتو مون کان سوال ڪيو.

" ڏهہ لک ڇا، مون تہ ڏهہ هزار بہ اڪين سان ڪو نہ ڏٺا آهن." مون
جواب ڏنو. "چڱو تہ هي وٺ!"

هن هڪڙي خاني مان شيشي جي هڪ نلي ڪڍي منهنجي هٿ
۾ ڏيندي چيو ان ۾ جگمگ جگمگ هيرا پريل هئا. "انهن جي قيمت
ڏهہ لک ڊالرن کان ڪجهہ وڌيڪ ئي هوندي."

پل ڪن لاءِ لک پتي بڻجڻ جو هي اسان جو پهريون ۽ آخري اتفاق
هو. نودوسي برسڪ شهر ڏسڻ ۾ روس جي ٻين نو آباد شهرن وانگر ئي
آهي. ڊگهيون ۽ ويڪريون شاهراهون، رودن جي وچ تي ساوڪ جو
پٽو ۽ وڻ. ٻنهي پاسي اوچيون، اڇيون، ڦڪيون ۽ خاڪي رنگ جون
عمارتون. هڪ جيتري فاصلي تي چوڪ يا اسڪوائر جتي ڪنهن نہ
ڪنهن قومي هيري جو مجسمو لڳل. انڪري هن شهر کي ڏسي
سائبيريا جي سرزمين جي اصل روپ جو ڪجهہ اندازو نہ ٿو ٿئي، اهو
اندازو تڏهن ٿيو جڏهن هڪ اڌ ڏينهن کان پوءِ اسين ڪجهہ دير لاءِ

اومسڪ جي ننڍڙي شهر ۾ ترسياسين ۽ پوءِ برسڪ پهتاسين.
اومسڪ اها جاءِ آهي جتي دوستو يفسڪي جيل ڪاٽيو هو. هاڻ ته
خير هن شهر ۾ جديد زمانن جون سڀئي آسائشون موجود آهن. بجلي
آهي. پڪا روڊ آهن ۽ هر عمارت ۾ين شهرن جيان گرم پاڻيءَ جي
پائيپن ذريعي اندران مستقل گرم رکي ٿي وڃي. هاڻ جيڪڏهن
ڪنهن کي سزا طور هتي موڪليو به وڃي، ته ان ۾ عقوبت خاني واري
ڪا به انوکي ڳالهه نظر نه ٿي اچي. پر زارشاهي جي زماني جو تصور
ڪجي ته ان خيال کان ئي دل ويهڻ ٿي لڳي، ته پراڻي زماني جا قيدي
هن سنسان ۽ بيابان جي دهشتناڪ انڌي اونداهيءَ ۾ اڪيلائيءَ ۾،
هتي جي تيز ڪٽيندڙ برفاني هوائن ۽ هتي جي ڏيٺين ۾ پلجندڙ
مڇرن ۽ ٻين زهريلن ڪيڙن ماڪوڙن ۾ ڪيئن گذاريندا هوندا ۽ ان
سان گڏ جيڪو سخت پورهيو انهن کان ورتو ويندو هوندو. تنهن کي
هنن جا ٻُڪايل هڏاوان جسم ڪيئن برداشت ڪندا هوندا.
پوءِ اسين براسڪ پهتاسين، جنهن بابت رڳو اهو پڙهيو هو ته، هتي
دنيا جو پهريون يا ٻيون وڏي ۾ وڏو بجلي گهر آهي. سائبيريا سان
صحيح معنيٰ ۾ منهنجو تعارف هتي ئي ٿيو. جهنگ ته ماسڪو جي
اوسي پاسي ۾ به گهڻا ئي آهن، اوهين جيڪڏهن روس جو تصور
ڪريو ته سڀ کان پهرين برف ۽ پوءِ جهنگ جو نقشو ئي ذهن ۾
ابرندو پر ماسڪو جا تهذيب يافتا ننڍا نيٽا جهنگ جن تي حضرت
انسان پوري ريت قبضو ڄمائي چڪو آهي، پنهنجي جاءِ تي هڪ اهم
شيءِ آهن. پر سائبيريا جا اڇوتا پاڻمرادو پيدا ٿيل پراسرار جهنگ،
جن تي اڃا فطرت جو ئي راڄ آهي، بنهه ٻي شيءِ آهن. هڪ ڀيرو
ماسڪو ويجهو هڪ جهنگ ۾ گهمندي پنهنجي گائيڊ کان پڇيم ته
هن جهنگ ۾ ڪهڙا ڪهڙا جانور ملن ٿا؟ هن چيو: سها، گدڙ يا وري
لومڙ شايد ڪٿي نظر اچي وڃي. هوئن هن جهنگ ۾ جيڪڏهن ڪو

حيوان آهي بہ تہ اهي انساني مجسما ئي آهن. جيڪي اوهان کي جابجا نظر اچن ٿا. سائيبيريا ۾ ائين ناهي، سو اسين جنهن سوڙهي روڊ تان هڪ ٽرڪ نما اسٽيشن ويگن ٽائيپ گاڏيءَ ۾ ويهي ايئرپورٽ کان برائسڪ ڏانهن وڃي رهيا هئاسين، سو روشنيءَ جي ان ڪرڻي جيان هو جيڪو چوڌاري اونداهہ ۾ گهيريل هجي، البتہ برائسڪ جي ڪشادي بارونق جڳمڳائيندڙ وسنديءَ ۾ پهچي ائين ٿو لڳي جڻ هن علائقي ۾ تاريڪيءَ جو ڪو وجود ناهي، پر ان قصبي کان ٻاهر قدم رکو تہ اهو تاثر باطل ٿي ٿو وڃي.

برائسڪ کان اسان جي گاڏي مقامي انتظاميا جي مکيہ آفيس جي سامهون وڃي بيٺي. دروازي تي هڪ خوش لباس، خوبرو خاتون اسان کي ڀليڪار ڪرڻ لاءِ بيٺي هئي، خبر پئي تہ هتي جي انتظاميا جي سربراهہ اها ئي آهي. اسان جي حساب سان هتي جي ڊپٽي ڪمشنر ڪٽي سمجهو چانهن جي ٽيبل تي سائنس ڪچهري شروع ٿي. برائسڪ جي ڪهاڻي ليڊيا جي زباني "الادين جي ڏيئي" جيان ڪو الف ليلوي قصو ٿي لڳو. اسان جي ميئر صاحب وانگر ليڊيا پڻ لينن گراڊ جي رهندڙ هئي. هتي جي يونيورسٽيءَ مان قانون جي ڊگري حاصل ڪري وڪيل يا جج ٿيڻ جو پئي رٿيائين تہ برائسڪ جي پن بجلي گهر جي عظيم الشان منصوبي جو اعلان ٿيو. جنهن لاءِ هر علائقي مان رضاڪار گهربل هئا. سو ليڊيا بہ انهن مان هڪ هئي. ليڊيا ٻڌايو تہ جڏهن اهي اول هتي پهتا تہ هتي ڪجهہ ڏورانهن شڪارين جي جهوپڙين کان سواءِ ٻيو ڪجهہ ڪو نہ هو. نہ ڪا آبادي، نہ ئي ڪا ريل گاڏي هتي ايندي هئي، نہ ڪو روڊ رستو سو جهنگ کي وڍي ٽرڪ جي گذرڻ لاءِ هڪڙو ڪچو رستو ٺاهيو ويو هو ۽ درياهہ جي ڪنڌيءَ تي ٿورڙي زمين کي سڌو ڪيو ويو هو. پوءِ رضاڪارن جي فوج هتي پهتي ۽ رهڻ لاءِ تنبو لڳاياٿون. مڇرن جي يلغار جي

ڪري هٿ، پير ۾ منهن ڪولي ڪم ڪرڻ ڏکيو هو. انڪري سڀ ماڻهو هلندڙ ڦرندڙ مهرين جو ڏيک ڏيڻ لڳا. اهڙي حالت ۾ به سيئي ماڻهو ڪم ۾ جنبي ويا. جهنگ صاف ڪيا ويا. روڊ ڳٽيا ويا. ريل جون پٽڙيون وڇايون ويون. عمارتون ناهيون ويون ۽ پوءِ وڃي ڳري مشينري آئي ۽ بجلي گهر جي تعمير شروع ٿي. هارين، مزورن، دانشورن، يونيورسٽيءَ جي ڊگري يافته نوجوان ڇوڪرن توڙي ڇوڪرين سيني گڏجي گهڻي محنت ۽ مشقت ڪئي. ڪي اهي محنتون سهي نه سگهيا ته گهر موٽي ويا، ڪي اتي ئي ڍير ٿي ويا، پر اڪثريت همٿ نه هاري ۽ ان کي ذاتي چئلينج سمجهي پنهنجي پنهنجي ڊيوٽي تي حاضر رهيا. نيٺ منصوبو مڪمل ٿيو. آرامده گهر، ڪلب، اسڪول، اسپتال، عاليشان روڊ ۽ باغن ۾ گلڪاري، ڪا اهڙي شهري آسائش نه هئي، جا هاڻ ليڊيا ۽ سندس ساٿين وٽ موجود نه هئي.

”خير اوهان جا پيا سمورا ڪمال ته ڪلام ڪان متي، پر لڳي ٿو ته هتي جي مردن جي نظر ڪمزور آهي.“ مون چيو.

”ڇا مطلب آهي اوهانجو؟“ ليڊيا تيزيءَ مان چيو.

”مطلب اهو آهي ته هيڏي سهڻي عورت سان ڪنهن شادي ڇونه ڪئي؟“

”اهو سوچڻ لاءِ فرصت نه ملي.“ ليڊيا جو رنگ اڇي مان گلابي ٿي ويو. پوءِ اسين بجلي گهر ڏسڻ پهتاسين. کهڙن ڊولائتن پهاڙن تان آبشار هيٺ ڪرن ٿا ۽ ايڏيون وڏيون مشينون ڪم ڪن ٿيون، انهن جو بيان لفظن ۾ ڏکيو آهي. بس ائين سمجهو ته سائنس اڪادمي ۾ جيڪا ”هئيت“ چارٽ ۾ نقشا ڏسي چڙهي وئي، ان جو هڪ مظهر اهي منظر هئا. وڇڻ جو وقت ويو پئي، جڏهن ليڊيا جو هڪ نائب اسان وٽ آيو ۽ چيائين: ”هيءُ ماڻهن ۽ مشينن جو ناهيل روشنين جو شهر ته اوهان ڏٺو هاڻي هلو ته هتي جي اصل آبادي اوهان کي ڏيکاري اچون.“

اسين ساڳي ٽرڪ نما سواري تي چڙهي شهر کان ٻاهر نڪتاسين ۽ جهنگ جي ڪچي رستي تي اچي چڙهياسين. آسمان صاف هو. وڻن جي چوٽين تان اُس جا سونهري ڪرڻا نظر آيا ٿي، پر هيٺ وڻن جي ديوار هئي ۽ اتي ذري گهٽ اونداهه هئي ۽ ٽرڪ جي گهڙ گهڙ جي آواز ۽ جيتن جي ڀڻ ڀڻ کان سواءِ ٻيو ڪو به آواز نه هو. ٿورو پري وياسين ته ڪاٺ جي گهرن جي قطار ڏٺي سين.

”هيءُ ان علائقي جو سڀني کان پراڻو ڳوٺ آهي.“ گائيڊ اسان کي ٻڌايو. ڳوٺ ڇا هو مشڪل سان ويهه ٽيهه گهر. پر ان ڳوٺ جي ان اڪيلي رستي تي پٿرن جو پڪو فرش هو ۽ ان جي ڪنارن سان بجليءَ جا ٿنڀا لڳل هئا. اسين هڪڙي گهر آڏو بيٺاسين. لهي در کڙڪايوسين ۽ اندران ٽالسٽاءِ يا گورڪيءَ جو هڪ جيئرو جاڳندو ڪردار نڪتو ڏٺو قد. پڪو رنگ. ڏگهيون لڙڪيل مڇون. ويڪري ڇاتي ۽ وڏا هٿ: ائين لڳو ڄڻ گوشت جو نه. پر لوهه جو ٺهيل هجي. هيءُ هڪ پيشيور شڪاري هو. گهڻي عزت سان اسان جو آدرڀاءُ ڪيائين ۽ گهر ۾ اندر وٺي هليو. ڏيڏيءَ وٽ هڪڙو نوجوان ريڊيو سان ڪجهه ڪِٽ پِٽ ڪري رهيو هو. اهو شڪاريءَ جو پٽ هو هڪڙي ڪمري مان هٿ اگهندي، هڪ نوجوان ڇوڪري نڪتي، اها هن گهر جي ننهن هئي. گهر ۾ ٽي ڪمرا هئا. هڪ رڌڻو جو ڪائڻ پيئڻ ۽ ويهڻ لاءِ ڪم ايندو هو. هڪ ڪمرو، اڌ گودام ۽ اڌ اسلح خانو جنهن ۾ ڪاٺي پيتي جو سامان، رائفلون، پستول، پوستين (چمڙيءَ جون کلون) واڍڪا اوزار ۽ ڪجهه ٻيو سامان رکيل هو. هڪ ڪمرو شڪاريءَ جو هو هڪ نوجوان جوڙي جو. سادو پر مضبوط ۽ سهڻو فرنيچر رکيل هو. سمورو گهر آئيني جيان اُجرو هو ۽ رڌڻي ۾ چُلهه تي رکيل ٿانوَن کان سواءِ باقي سمورا ٿانو جهڙوڪر تازا ملي رکيا ويا هئا، جيئن سوويٽ يونين جو دستور آهي. ٿورڙي ٿي دير ۾ ٽيبل تي ڪپڙو

وچائي عاليشان ڪاڏو سجايو ويو. ڀن ڀن طريقن جو نهيل سُڪل گوشت، ڀن ڀن طريقن جي روٽي، پنير، مٺو ۽ پچاڙيءَ ۾ قهوو (سليماني چانهه)... ۽ پوءِ شڪاري صاحب پنهنجي حڪايت بيان ڪئي. هن ٻڌايو ته پراڻي زماني ۾ جن ماڻهن کي سزائون ڀوڳڻ لاءِ هتي چڏبو هو انهن مان گهڻا هتي ئي آباد ٿي ويندا هئا، انڪري هتي جا پهاڙ ٻيلا ۽ ڍنڍون ڪنهن رئيس جي جاگير ناهن. نه ڪوئي هتي رهي ڪنهن آقا جي غلاميءَ جو طوق ڳچيءَ ۾ پوندو هو. هتي ته بس رڳو فطرت جي بادشاهت هئي. هتي رڳو پنهنجن هٿن ۽ ٻانهن جي ٻل ۽ دل ۽ جگر جي زور تي جيئڻ ممڪن هو ۽ جيڪو به هانوَ جي ڏڍ تي هلندو هو سو ئي هتي آزاديءَ سان گهاري سگهندو هو. هاڻي اهي اڳوڻي وقت جون سختيون ڪٿي! هاڻي ته هتي رستا به آهن، ته هر گهر ۾ بجلي به آهي، پاڻي به آهي، گهر ويٺي ريڊئي تي سموري دنيا جون خبرون به ٻڌي سگهون ٿا. خط پٽ پڻ پهچن ٿا. ٻن ميلن جي مفاصلي تي شهر آهي، جتي ڊاڪٽر به موجود آهي ته دوائون پڻ. ڪلب آهن جتي وندر ورونهن جي هر شيءِ آهي، وڏا اسٽور آهن جتي دنيا جي هر نعمت موجود آهي. اسان جي جوانيءَ جي ڏينهن ۾ اهو سڀ ڪٿي هو. هاڻي ته ايترا ماڻهو اچي آباد ٿي ويا آهن، جو هتي جا اصل رهاڪو رڇ، بگهڙ، لوڪڙ سيئي ڪٿي پري پيچي وڃي لِڪا آهن. پهرين اهي اسانکي ڳوليندا وتندا هئا، هاڻي اسان کي انهن کي ڳولڻو ٿو پوي. هڪڙي رڇ سان اڃا ڪجهه ڏينهن پهرين ملاقات ٿي هئي، جنهن جي نشاني اوهان پاڻ ڪٽي وڃو. ائين چئي هو اٿيو ۽ اندران هڪ پوري رڇ جو خطرناڪ ڪٽيل چنبو ڪڍي اچي منهنجي حوالي ڪيائين ۽ چوڻ لڳو: " مون ته ننڍپڻ ۾ ڪجهه ڪو نه پڙهيو هن ويرانيءَ ۾ پڙهڻ لکڻ جو ته ڪو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي، پر هاڻ انهن ٻارن کي ڏسو جيڪي پنهنجون موڪلون گذارڻ مون وٽ هتي آيا آهن، چوڪرو

انجنيئرنگ جي آخري سال ۾ آهي ۽ سندس ڪنوار ڊاڪٽري پئي پڙهي. ٽي سگهي ٿو براٿسڪ وانگر هتي به ڪو شهر نهي وڃي ۽ اهي رفلون ۽فلون سڀ بيڪار ٿي وڃن.“ هن جي لهجي ۾ فخر به هو ته افسوس به. واپسيءَ تي سج لهڻ وارو هو. هڪ جاءِ تي لمحي لاءِ گاڏيءَ جو ڦيٿو ڪنهن ڏہڻ ۾ ٿورو اٽڪيو ته ڊرائيور رڙ ڪئي: ”ڪنهن جي دريءَ جو شيشو ڪليل هجي ته بند ڪريو.“ منهنجي پاسي وارو شيشو ئي ڪليل هو مون تڪڙ ۾ چاڙهيو ته پر ان کان پهرين ئي مڇرن جو مينهن اچي مون تي وسيو جن سان سڄي وات جهيڙاند هلي. شام جو ڪلب ۾ دعوت سان گڏ رقص ۽ موسيقيءَ جو به اهتمام هو ڳائڻ وڄائڻ وارا سيئي بجلي گهر ۾ ڪم ڪندڙ شوقيہ فنڪار هئا. ڇوڪرا، ڇوڪريون، پوڙها، جوان، ڪو ساز وڄائڻ ته ڪو ڳائڻ ۾ ماهر هو. ٻہ ڇوڪريون رقص جي تربيت حاصل ڪري چڪيون هيون. ڳالهين دوران خبر پئي ته ليڊيا کي شعر ۽ ادب سان ڪافي دلچسپي آهي. تنهنڪري مون کان شعر ٻڌائڻ جي فرمائش ٿي. منهنجي ترجمان سياٽپ ڪري روسي ٻوليءَ ۾ ترجمي وارو ڪتاب پاڻ سان کڻي ورتو هو. هن ترجمو پڙهي ٻڌايو ۽ پوءِ ليڊيا جي اصرار تي اهو ڪتاب ڪيس ئي ڏنوسين.

اهو تجربو سوويت يونين ۾ بار بار ٿيو ته ڪو ماڻهو يا مائي ڪم ڪجهہ ٻيو پيا ڪن ۽ شوق ڪجهہ الڳ پيا پالين. مثال طور مون کي ياد آهي هڪڙي ڀيري آءٌ ۽ سوويت اديبن جي انجمن جي ڪارڪن مريم سلگانيڪ ٽيڪسيءَ ۾ ماسڪو جي مشهور ريڊ اسڪوائر تان گذري رهيا هئاسين. ان زماني ۾ ٽالسٽاءِ جي ناول ”امن ۽ جنگ“ تي فلم پئي ٺهي ۽ اسڪوائر جي وچ تي هن فلم جو هڪ سيٽ لڳل هو.

”چاڻين ٿو هيءَ ڪهڙو سين فلمايو پيو وڃي.“ ٽيڪسي ڊرائيور مون کان پڇيو.

”نه ڪو!“

”هي بورودينو جي لڙائي وقت اسان جي فوجي هاءِ ڪمانڊ جي ڪئمپ آهي. توکي خبر آهي ان لڙائيءَ ۾ اسان جي توپ خاني ۽ رسالي جي صحيح ڳڻپ ڇا هئي؟ ۽ جنگ جي ميدان جي ڪُل پڪيڙ ڪيتري هئي؟“

”مون کي ته خبر ناهي، پر توکي ڪيئن خبر آهي؟“ مريم جواب ڏنس، ”مون کي ائين خبر آهي، جو آءٌ ڇهن ٽن سالن کان ان جنگ بابت تفصيلي تحقيق ڪري رهيو آهيان.“

”پر ائين ڇو؟“

”بس ائين ئي، شوق اٿم. ”جڏهن مون ٽالسٽاءِ جو اهو ڪتاب پهريون ڀيرو پڙهيو ته، لڙائي جو پورو نقشو منهنجين اکين آڏو ڦري ويو. پوءِ مون کي خيال آيو ته ڏسان ته لڙائيءَ جو اصل نقشو ڇا هو؟ جيڪڏهن ان جو تفصيل ملي ته خبر پوي ته مون پنهنجي ذهن ۾ جيڪو نقشو ناهيو آهي، سو صحيح آهي يا غلط. انڪري آءٌ تڏهن کان ئي ان جنگ بابت مطالعو ڪريان پيو.“

خير اها وري به هڪ ڊگهي ۽ اجائي ڳالهه وچ ۾ اچي وئي. براٽسڪ کان پوءِ اسين بيڪال ڍنڍ ڏسڻ وياسين.

سائيبريا جي قدرتي منظرن ۾ عام قد ڪاٺ جو يعني نارمل سائيز جو منظر شايد ئي ملي. لڳي ٿو فطرت هتي هر شيءِ ۾ مبالغي کان ڪم ورتو آهي. اها ئي صورت هتي بيڪال ڍنڍ جي آهي. جڏهن به اسين ڪنهن ڍنڍ جو ذڪر ڪريون ٿا ته اسان جي تصور ۾ ڪشمير جي حسين ڍنڍ ”ڊل“ جو خيال اچي ٿو يا هاڻي سنڌ جي ڪينجهر يا منڇر ڍنڍن جو نقشو اکين اڳيان گهمي ٿو پر ”بيڪال“ جي مقابلي ۾

ڪشمير جي ”ڊل“ ڍنڍ جهڙوڪر پاڻيءَ جو ٻُڪ آهي. البت بيڪال
ڪان هزارين ميل پري هڪ اهڙي ڍنڍ ضرور ڏٺي سين جنهن کي ”ڊل“
جو بدل چئي سگهجي ٿو. گهڻا ڏينهن ٿيا آءُ ۽ سليم ـ منهنجي ڏيءُ ـ
اسين بحراسود جي ڪناري هڪ صحت افزا جاءِ ”سوچي“ ۾ ڪجهه
عرصو ترسيا هئاسون جتي گرمين جي مند ۾ ڪي ماڻهو گهمڻ ڦرڻ
لاءِ ،ت ڪي ماڻهو علاج لاءِ پري پري کان اچن ٿا. ان سفر جي
خوبصورت يادن ۾ اتي جي هڪ خوبصورت ڍنڍ ”رٽزا“ جي ياد ب
شامل آهي. اوچين اپين سرسبز پهاڙي چوٽين سان گهيريل، آرسيءَ
جيان شفاف نيروپاڻي، جنهن جي ڪناري بيد مشڪ جا وڻ جهومن ٿا
۽ رنگين گلن گلڪاريون لاتيون آهن. پاڻيءَ ۾ رنگين ڊونڊيون ۽
ٻيڙيون روان آهن ۽ ڪناري کان ٿورو پرتي ڳاڙهين، نيرين، پيلين
ڇتين وارا ريسٽ هائوس آهن. صفا ڪشمير جي ڍنڍ ”ڊل“ جهڙو
منظر آهي ۽ ائين لڳي ٿو ت ”ڊل“ وانگر اها جاءِ ب فطرت جي تخليق ن.
پر ڪنهن مصور جو شاهڪار آهي، جنهن ڪئنواس ۾ رنگن بدران
گلن، ٻوٽن، پاڻي ۽ پهاڙن کان ڪم ورتي هيءَ تصوير ٺاهي آهي ۽ ان
کي هن خوبصورت ماٿريءَ ۾ سجائي ڇڏيو آهي. انهيءَ ڍنڍ جي
ڪناري، ٿورڙي اوچائيءَ تي اسٽالن جو آرام گاه هو. چون ٿا ت هُن جو
گهڻو وقت هتي ئي گذرندو هو. اها ڪا وڏي عمارت ت ناهي، پر
ڪريملن ۾ لينن جي اڊائن ڪمرن واري درويشاڻي گهر جي مقابلي ۾
ڪافي شاندار ۽ سينگاريل ايوان کي محل ئي سمجهڻ کپي. سوچي
جي ٻين يادن ۾ اسان جي دور جي عظيم شاعر، مفڪر ۽ مجاهد پابلو
نرودا سان پهرين ملاقات ب شامل آهي. پابلو نرودا ۽ سندس زال ۽
اسين سيئي هڪڙي ئي سينيٽوريم ۾ ترسيا هئاسين ۽ ڏهه پندرهن
ڏينهن ساڻن روز ئي ملاقات ٿيندي هئي. ڊگهو قد، ٻيٺو جسم،
ڪڻڪائون رنگ، ٿلها نقش، وڏيون وڏيون ڪجهه سنجيده ۽ ڪجهه

مفڪر اڪيون. پهرين ئي ملاقات ۾ مون کي نرودا هڪ رعبدار باوقار ۽ ماٺيڻي مزاج جو ماڻهو لڳو هو سندس مزاج جي شگفتگي، خوش مزاجي ۽ مذاق ڪرڻ جي عادت جو بعد ۾ اندازو ٿيو.

اها 1962ع جي ڳالهه آهي جڏهن آفريڪا جا گهڻي ڀاڱي ملڪ آزاد ٿي چڪا هئا. ڪيوبا ۾ انقلاب ڪامياب ٿي چڪو هو ۽ ويتنام ۾ آمريڪي ظلم ۽ زيادتين باوجود انقلابي فوجن جي فتح جو سلسلو جاري هو. انڪري نرودا لاطيني آمريڪا ۾ خاص ڪري چليءَ جي مستقبل بابت گهڻو پُراُميد هو هن کي پنهنجي وطن کان سواءِ لاطيني آمريڪا جي قديم تهذيبن سان دل هئي، جن کي مختلف حملي آورن ڏاهي ناس ڪري ڇڏيو هو. انهن ئي تهذيبن جا نوادرات نرودا پنهنجي گهر ۾ جمع ڪري رهيو هو جيڪو سندس زندگيءَ جو سرمايو هو. جڏهن ان سرمائي ۾ پابلو نرودا جي املهه حياتيءَ تي فوجي درندن شب خون هنيو ته لاطيني آمريڪا جي تهذيب جو آخري ڏيئو به ڪر اجهامي ويو.

پابلو نرودا جهڙي باغ بهار ماڻهوءَ سان مليي، ان ايندڙ وقت جي الميي جو تصور به نئي ٿي سگهيو. هڪ ڏينهن مون کي چيائين:"هن سينيٽوريم جي کاڌي ته اصل نڪ ۾ دم ڪري ڇڏيو آهي. هڪڙي ترڪيب سُجهي آهي، توکي اڃا تازو "لينن انعام" مليو آهي. اڄ آءٌ انهن کي چوان ٿو ته منهنجي پاران تو لاءِ هڪ شاندار دعوت ٿيڻ کپي، پوءِ لازمي آهي ته تون به منهنجي جوابي دعوت ڪندين. پوءِ اسين عزيز شريف* کي چونداسين ته هو پاڻ ٻنهي جي دعوت ڪري، پوءِ وري اسين ٻئي عزيز شريف جي دعوت ڪنداسين."

*(عزيز شريف عراقي امن ڪميٽيءَ جو سربراهه ۽ هاڻي عراقي حڪومت جو رڪن آهي. اها 1980ع جي ڳالهه آهي. سنڌيڪار)

سوچي ۾ هڪ ٻي بہ دلچسپ جاءِ آهي: گلزار دوستي. هن باغ ۾ لڳل ميون سان عجيب و غريب تجربا ڪيل آهن. ڪنهن وڻ جي هڪڙي ٽاريءَ تي ليما لڳل آهن تہ ٻي ٽاريءَ تي مالٽا تہ ٽينءَ تي وري موسمي. هڪڙي ٽاريءَ تي زردالو پيا جهولن تہ ٻيءَ تہ وري ناشپاتيون. انڪري هتي وڻ جي هر شاخ/ٽاريءَ تي ڪنهن نہ ڪنهن ٻاهران آيل مهمان جو نالو لکيل آهي، جنهن ان ٽاريءَ جي پيوند ڪاري ڪئي هئي ۽ انڪري ئي هن باغ تي اهو نالو پيو. هتي اسان کي ڪيترن ئي مشهور ماڻهن جا نالا نظر آيا. جهڙوڪ: چارلي چپلن، پڪاسو، پال روبسن، وغيره. اهڙي ريت هن باغ ۾ هڪڙي شاخ کي منهنجي بہ ملڪيت قرار ڏنو ويو ۽ اهم ڳالهہ اها تہ خود باغبان بہ هڪ رنگين مزاج شاعر هو ۽ هن هڪ نظم في البديهہ هتي ئي موزون ڪري منهنجي حوالي ڪيو.

ڳالهہ ڪٿان ڪان ڪٿي وڃي نڪتي. ڳالهہ پئي ٿي "بيڪال" ڍنڍ جي. ان ڍنڍ کي گهمڻ کان ڪجهہ پهرين ٿورڙي مفاصلي تي اسان "ينگ پايونيئرز ڪئمپ" يعني ٻارن جو هڪ تفريحي مرڪز ڏسڻ ويا هئاسين. اهڙن مرڪزن کي هونئن تہ ڪئمپ چيو ويندو آهي ۽ ڪئمپ ٻڌڻ سان ئي مون کي تنبو / قنات جو ئي خيال ايندو آهي، پر هن ڪئمپ ۾ اهڙي ڪا بہ شيءِ نہ هئي. هڪ وسيع ۽ ڪشادي باغ ۾ ڪجهہ وڏندڙ جايون هيون، رانديـن جا ميدان هئا، وهنجڻ لاءِ تلاءُ هئا. پينگهون، جهولا ۽ جمناسٽڪ جون چوڪيون، ٿيٽر هال، هڪ ڪليل اسٽيج ۽ اهڙو ئي ٻيو ڪجهہ. گهڻو ڪري هر علائقي ۾ اتي جي صحت افزا جاين تي اهڙا ڪئمپ ٺاهيل آهن، جتي شهرن جا ٻار پنهنجون اونهاري جون موڪلون گذارڻ ايندا آهن. هتي انهن جي گهمڻ ڦرڻ، راند روند، پڙهائي لکائي، صحت ۽ تندرستيءَ لاءِ هر ضرورت جي شيءِ مهيا ڪري ڏبي آهي. آبهوا جي تبديليءَ کان سواءِ انهن ڪئمپن ۾ اچي ٻار پنهنجي هيڏي وڏي ملڪ کان واقف بہ

ٿيندا آهن، بلڪ مختلف قوميتن جي ٻارن جي هڪ ٻئي سان ميل جول وسيلي قومي ٻڌي ۽ قومي ايڪي کي هٿي ملندي آهي. پيو اهو به ته ٻارن جي انهن موڪلن سان خود مائٽن کي مهيني ٻن لاءِ ٻارن جي سار سنڀال کان موڪل ملندي آهي ۽ اهي پاڻ به ڪٿي گهمڻ ڦرڻ لاءِ سڪون سان وڃي سگهن ٿا. ڪنهن زماني ۾ اسان وٽ ۽ ٻين ملڪن ۾ به سوويٽ يونين جي باري ۾ اهڙيون ابتيون ڳالهيون ڦهلايون ويون هيون ته هتي ٻارن کي ننڍپڻ ۾ ئي مائٽن کان ڌار ڪري ڇڏين ٿا ۽ سيني ٻارن کي سرڪاري هاسٽلن ۾ رکيو وڃي ٿو، جتي انهن کي مار موچڙي ذريعي ڪميونسٽ بڻايو وڃي ٿو. هاڻي ته شايد اها ڳالهه مذاق لڳي، پر تڏهن چڱا ڀلا ماڻهو به ان کي سچ سمجهندا هئا. مون کي شڪ ٿو پوي ته ڪنهن بقراط جي ڪن ۾ اها پايونيئر ڪئمپس جي ڳالهه پهتي هوندي، سو انهن حضراتن ويهي تيليءَ مان ٿنڀ ٺاهيو هوندو. جيڪڏهن اسان جا اهي اڪابر اونهاري جي مند ۾ ماسڪو تشريف فرما ٿين ها، جڏهن ٻارن جا قافلا انهن ڪئمپن لاءِ روانا ٿين ٿا، ته يقين اٿم اهو منظر ڏسي سندن دل به باغ بهار ٿئي ها.
مون اهي منظر پنهنجين اکين سان ڏٺا: بسن جون قطارون لڳل آهن، جن تي ڳاڙهيون ڏچون هوا ۾ لهرائن پيون. بسن ۾ اندر ويٺل ڳائيندڙ وڃائيندڙ ٻارن جي ڳچين ۾ ڳاڙها رومال آهن. ڏسڻ سان ائين ٿو لڳي ڄڻ شهر جي رستن تي گل لاله جي مخملين چادر وڇايل آهي. هتي حڪومتي اعليٰ عهديدارن ۽ وزيرن ڪبيرن لاءِ ٽرئفڪ بند ڪا نه ٿيندي آهي، پر ٻارن جو قافلو نڪرندو آهي ته عام طرح ٻي سموري ٽرئفڪ کي روڪيو ويندو آهي، انڪري هتي جي سماج ۾ ڪو جيڪڏهن وي آءِ پي طبقو آهي ته به اهو آهي هتي جو ٻارا سو اسان ان ڪئمپ ۾ ٻارن جون سرگرميون ڏٺيون. ٻار هتي کيڏن پيا، ترن پيا، ڊرامن ۾ بهرو وٺن پيا، مصوري ڪن پيا. ڪيترن ئي هٿ جي هنرن ۾

پنهنجا جوهر ڏيکارين پيا. ڪهڙي ڪهڙي طريقي سان انهن کي روزاني زندگيءَ ۾ آزاديءَ جي مزي ماڻڻ کان وٺي نظم ۽ ضبط جي ساڳئي وقت تربيت ملي رهي هئي، پر ٻار ته پوءِ به ٻار ئي آهن. اسين هڪڙي چيراتي تان گذري رهيا هئاسين ته هڪڙي ٻارڙي پري کان ڊوڙندي آئي ۽ اسان جي مترجم کي چنبڙي پئي ۽ پاڪستو ڦاڙي روئڻ لڳي. اها سندس ئي ڏيءَ هئي. پڇاڙيءَ ۾ ٻار سيئي هڪ ڪليل اسٽيج جي سامهون ڪٺا ٿيا. هڪڙي ٻار اسان کي ڳاڙهو رومال ۽ پنهنجي ڪئمپ جو بيج پيش ڪيو. هڪڙي ٻن ٻارن تقريرون ڪيون ۽ پڇاڙيءَ ۾ سيني ٻارن گڏجي پنهنجو سريلو مٺو گيت ڳاتو:

هيءَ آسمان سلامت هجي
۽ اهو سج چمڪندو ئي رهي
اهي چنڊ ۽ تارا سدا سلامت رهن
منهنجو وطن پڻ سدائين سلامت هجي
آءُ سلامت رهان
منهنجي ماءُ پڻ سلامت رهي!

سج ٻڏي رهيو هو جڏهن اسان ٻيڙي تي چڙهي ڍنڍ جي سير لاءِ روانا ٿياسين. هڪڙي پاسي گهاٽن ٻيلن سان ڍڪيل پهاڙي سلسلو هو ۽ سامهون نيڻ نهار تائين هڪ بحر زخار جيان بيڪال ڍنڍ هئي. اسان کي ٻڌايائون ته هيءَ دنيا جي سڀ کان وڏي ۽ سڀ کان اونهي قدرتي ڍنڍ آهي، جنهن جي هڪڙي انفراديت اها به آهي ته هن جهڙو صاف شفاف پاڻي ٻيو ڪٿي به ناهي ۽ ٻي ڳالهه اها ته گهڻن ئي قدرتي ذخيرن کان علاوه، ڪجهه مڇيون ۽ پاڻيءَ جا جاندار اهڙا به آهن، جيڪي دنيا جي ٻي ڪنهن هنڌ وجود ئي نه ٿا رکن. هن ڍنڍ تي سج ٻڏڻ وارو نظارو ڏسڻ وٽان آهي جڏهن پري تائين ڦهليل پاڻي عنابي رنگ ۾ رنگجي ٿو وڃي ۽ ساوا پهاڙ جڻ مينديءَ رتا ٿي ٿا وڃن. تڏهن

ئي اسان کي هڪ جابلو لاهين تان آواز اچڻ شروع ٿيا. اسان ڏٺو ڪجهہ نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون هٿ لوڏي اسان کي سڏي رهيا هئا. اسان لانچ کي ڪناري سان لڳايو تہ اهي ڊوڙندا هيٺ لٿا. اهي مختلف علائقن کان آيل شاگرد ياٽيون ۽ شاگرد هئا. هڪ ٻئي سان تعارف ٿيو. هنن ٻارن ضد ڪيو تہ اسين بہ ساڻن گڏ سندن پڪنڪ ۾ شامل ٿيون. آءٌ پهاڙن چڙهڻ کان ونءُ وڃان، پر اهي ٻار اسان کي هوريان هوريانڪري مٿي وٺي ويا. مٿي هڪ اڌ جاءِ تي باهہ ٻري رهي هئي ۽ مٿان ڪتليون رکيل هيون. ڇوڪرين تڪڙ ڪري ڪجهہ ٻيون بہ ڪائيون ڪري ورتيون ۽ بہ ٽي وڏيڪ چُلها ٻاري ورتا. سندن نوجوان استاد بہ ساڻن ڪم ڪرڻ ۾ جنبي ويا ۽ چانهن تيار ٿي، ڪاڏا تيار ٿيا ۽ ڳالهين جي ديڳ پڙ پڪي، خاص ڪري پاڪستان بابت ڄاڻڻ جي هنن کي گهڻي خواهش هئي. گانا ڳايا ويا. ڇوڪرين مهمانن لاءِ جهنگلي گلن جا هار پوئي تيار ڪيا ۽ محفل دير تائين گرم رهي. اڄڪلهہ دنيا ۾ جنريشن گيپ جا گهڻا قصا پيا هلن. اسان جهڙن مشرقي تهذيب رکندڙ ملڪن ۾ تہ ننڍن ۽ وڏن جي وچ ۾ ايڏا پردا هوندا آهن جو پاڻ ۾ کُلي ڳالهائي نہ ٿو سگهجي ۽ جيڪڏهن اجنبين سان ملاقات هجي تہ پوءِ تہ اهي مفاصلا اڃا بہ وڌيو ٿا وڃن. هتي عمر جو ادب ۽ لحاظ تہ گهڻو آهي ۽ ظاهر آهي تہ ذهني ۽ جذباتي فرق بہ ضرور هوندو. پر اهي سيئي ڳالهيون بي تڪلفيءَ سان ملڻ ڪرڻ جي آڏو نٿيون اچن ۽ ننڍيا توڙي وڏا بنهہ هڪ جيڏن جيان گپ شپ ڪن ٿا.

شام ٿي تہ محفل برخاست ٿي ۽ اسين سڀ ٻن ٻيڙين ۾ ورهائجي واپس موٽياسين. ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين گڏجي يوتوشنگو جو گيت ڳائڻ شروع ڪيو:

چا اسين روسي جنگين جا آهيون هيراڪ؟
وڃي پڇو وڃي پڇو هڪ وار او يار!
مغموم فضائن کان، خاموش هوائن کان
وڃي پڇو وڃي پڇو هڪ وار!
منهنجي ديس ۾ وڻ ٽڻ جهولن، ديودار چنار
جنهن جي ڪارڻ سر ڏنو هو هر سورهيه سردار
هاڻ انهن جا پار وڏي هڪوار
ٽين پيا تيار
جو چاڻو تا سو چاڻو چاڻو وري هڪ وار
چا اسين روسي جنگين جا آهيون هيراڪ؟

***

## باب چوٿون

# داغستان

اها رڳو ننڍپڻ جي ئي ڳالهه ناهي، اڄ به بي خياليءَ ۾ ڪوه قاف جو نالو ڪڍو ته مشڪل سان ئي يقين ايندو ته اهڙو ڪو علائقو واقعي هتي ڪٿي موجود به آهي، جتي جن ۽ پريون نه، پر اسان جهڙا ماڻهو ئي رهن ٿا. اڃا به اهو گمان ٿئي ٿو ته، اها ڪا جاگرافيائي طور ڄاتل جاءِ نه، پر محض خواب ۽ خيال جي ڪا سرزمين آهي، جا ٻڌي ضرور آهي، پر ڏٺي ڪنهن به ناهي! ننڍپڻ ۽ نوجواني ۾ اهڙا ئي ڪجهه ٻيا نالا به ٻڌا هئا. پرڏيهي ۽ پراسرار! انهن ۾ هڪڙو نالو "داغستان" به شامل آهي ۽ چو نه هجي؟ نيٺ اهو به ته ڪوه قاف وٽ ئي هڪڙي جاءِ

آهي، جيتوڻيڪ ان جي تصور سان جنن ۽ پرين جو ڪو بہ تعلق ڪونهي، پر سرفروش، بهادرن، تيراندازن، برق رفتار گهوڙن ۽ بي ڊپن مڙس مٿيرن جو ديس داغستان. سو جڏهن داغستان جي ادبي انجمن اسان کي هڪڙي تقريب لاءِ ياد ڪيو تہ گهڻي گهمڻ جو شوق نہ هئڻ جي باوجود بہ سفر لاءِ تيار ٿيندي خوشي محسوس ڪيم. سو هڪڙي ننڍڙي "ڊڪوٽا" جهاز ۾ داغستان جي گاديءَ جي هنڌ "مهاچ قلعي" جي ڪچي هوائي ميدان تي لٿاسين تہ داغستان جو (ملڪ الشعراء) جيڪو روسي تلفظ جي لحاظ کان غمزتوف ۽ لغت جي لحاظ کان رسول حمزه آهي، سو وٺڻ آيو هو ياڪر پائي ملياسين. ميزبانن سان اسان جو تعارف ٿيو:

"هيءَ جمهوريہ داغستان جي صدر آهي بيگم البصير". هلڪي ناسي رنگ جي ڪوٽ ۽ اسڪرٽ ۾ هڪ خاتون اڳتي وڌي ملي. ڏسڻ ۾ ٿيهن پنجتيهن جي پيٽي ۾ هئي. اڇو رنگ، سنهڙا نقش، ڪارن وارن ۾ هلڪي ڳاڙهاڻ پئي جهلڪي، سونهري فريم جو چشمو پاتل. سندس لباس جيڪڏهن ٿورو مختلف هجي ها تہ، مٿس هتي لاهور يا ڪراچيءَ جي پروفيسر يا ڊاڪٽر هجڻ جو شڪ ٿي پئي سگهيو. داغستان جي محفلن ۾ سندس شخصيت سدائين مختلف ۽ ٻين کان الڳ نظر آئي. هتي جا ماڻهو ڏاڍو کائن ٿا، ڏاڍو پيئن ٿا، گهڻو هنگامو ڪن ٿا، پر بيگم عبدالبصير هميشہ سنجيده، متين ۽ گهٽ ڳالهائيندڙ ئي نظر آئي، جي گهڻو ٿيو تہ هلڪڙي مرڪ چپن تي پکڙجي وئي ۽ بس.

ان کان پوءِ ٻين ماڻهن سان پڻ تعارف ٿيو عبدالرحمان دانيال، عبدالله خان، حبيب الله، محمد يعقوب، عبدالوهاب ۽ ڪجهہ ٻيا بزرگ. هي سياسي قائد آهي، هي يونيورسٽيءَ جو صدر آهي، هي پلاننگ جي قومي تنظيم جو سربراه آهي، هي ڊاڪٽر آهي، هي وڏو

انجينئر آهي، وغيره وغيره . مون کي اوچتو خيال آيو تہ اڄ کان پنجاهہ ست سال پهرين جڏهن اهي عمر جا ننڍا هوندا تہ، انهن جي مائٽن سندن باري ۾ ڇا سوچيو هوندو؟ يقين اٿم تہ ڪيترن پنهنجن پٽن کي فوج ۾ سپاهي ڀرتي ڪرڻ بابت سوچيو هوندو تہ ڪنهن وري ٻني ٻاري ۾ جنبائڻ بابت سوچيو هوندو اڪثر ماڻهن ڪنهن مڪتب ۾ ملو يا مدرسي ۾ استاد بڻائڻ بابت سوچيو هوندو. پروفيسري، ڊاڪٽري يا انجنيئري ڪنهن جي خواب خيال ۾ بہ نہ هوندي.

پوءِ اسين هڪ سوڙهي رستي تان شهر ڏانهن روانا ٿياسين. روڊ جي حالت خراب هئي. ڪيترائي ڀيرا ڊرائيور کي جهٽڪي سان گاڏي موڙڻي پئي. "سائين موٽر جي ان جهمر ناچ لاءِ معافي!" رسول حمزه ڪلندي چيو: " ڳالهہ اها آهي تہ هن روڊ تي اڪثر سمنڊ جو پاڻي چڙهي ايندو آهي ۽ بيگم بصير جي ڪوشش هوندي بہ جاءِ جاءِ تي کڏا پئجي ويندا آهن. " روڊ کان ٿورو پرڀرو ڪئسپين سمنڊ جو پاڻي ڪنهن ڊيڊ جيان سانتيڪو هو. مهاچ قلعي جي چوڌاري پهاڙن تي شام جي نيراڻ ڇانئجي رهي هئي. ساڄي پاسي ڏور پري هڪ چوٽيءَ تي ڪاسني بادلن ۾ گهيريل قرمچي سورج هوريان هوريان ٻڏي رهيو هو. ڪنهن ان منظر جي تعريف ڪئي تہ رسول حمزه چيو: "هن منظر تي متان ڀلجو دوستو! اچا اوهان ڏٺو ئي ڇاهي؟ اها جاءِ اصل داغستان ناهي، اصل داغستان تہ انهن پهاڙن جي پار آهي، جتي منهنجو ڳوٺ آهي. اصل داغستان جو نظارو تہ اوهان کي اتي ڏيکاريندا سين. "

رسول حمزه صرف داغستان جو ملڪ الشعراء ئي ناهي، پر هن جو ڪلام سوويت يونين جي هر علائقي ۾ هڪ جيترو مقبول آهي. ان کان علاوه هو سوويت پارليامينٽ جي مجلس صدارت جو رڪن يعني هڪ طرح يونين جو نائب صدر بہ آهي. هن جي شاعريءَ جو ترجمو هونئن تہ انيڪ زبانن ۾ ٿي چڪو آهي، پر هو شاعري پنهنجي مادري

ٻولي ”آوار“ ۾ ئي ڪري ٿو. داغستان جي آبادي ٽِون ڏهن لکن جي ويجهو هوندي، پر هتي ڪُل مِلائي ننڍيون وڏيون ڇٽيهہ (36) ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون، جن ۾ آوار، لزگن، درگن، آذربائيجاني، ڪولميڪ وغيره شامل آهن. انهن ٻولين جو شجرو چئن مکيہ خاندانن سان ملي ٿو: قفقازي، تاتاري، ترڪي، فارسي. انهن ٻولين جو صوتياتي سرشتو ۽ انهن جا مخرج عربي ٻوليءَ سان مشابهت رکن ٿا. ڪيترين ئي صدين کان وٺي ماضيءَ قريب تائين عربي هتي جي مشترڪ زبان هئي ۽ مقامي زبانن ۾ لکڻ پڙهڻ جي ڪا بہ سهولت نہ هئي. اهوئي سبب آهي تہ انهن مان ڪا بہ ٻولي ترقي ڪري ٻين سيني ٻولين تي غالب پئجي نہ سگهي. هتي هڪڙو ٽوٽڪو مشهور آهي تہ : جڏهن ازلي مالڪ آڏو مختلف قومن کي مختلف زبانون ورهائي ڏنيون پئي ويون تہ عربن کي عربي ملي تہ عجمين کي فارسي ۽ ترڪي. انگريزن کي انگريزي ملي ۽ جڏهن سيني قومن جو وارو پورو ٿيو تہ ڪجهہ زبانون بچي پيون، سو حڪم ٿيو تہ انهن سيني کي هڪ پاسي ڦٽي ڪري ڇڏيو ۽ اهي سڀ ٻوليون اچي ڪريون داغستان ۾!

تاريخي لحاظ کان چوٿين صدي عيسويءَ کان وٺي اٺويهين صديءَ تائين، داغستان جي سرزمين تي هر پاسي کان يلغار ٿي - هوڻ لوڪ، ارمني، گرجستاني، آذربائيجاني، ايراني، عرب، منگول، ترڪ، روسي يوڪريني وغيره. ڪو فاتح بڻجي آيو تہ ڪو وري پناهہ گير بڻجي آيو. هتي جي پهاڙن ۽ ماٿرين ۾ انيڪ جنگيون وڙهيون ويون جن ۾ هوڻ ۽ ايراني، عرب ۽ تاتار، روسي ۽ ترڪ، صدين تائين هڪ ٻئي سان جنگين ۾ جنبيل رهيا. پنجين صدي عيسويءَ جي شروعات ۾ داغستان ۽ اتر آذربائيجان جي گڏيل حڪومت هئي، جيڪا سموري قفقاز جي واپاري منڊي بہ هئي ۽ ايشيا ۽ ڏکڻ اوير يورپ جي سمورين تجارتي شاهراهن جو اهم مرڪز هئي. پنجين صدي عيسويءَ ۾ هن

سلطنت جو اتريون پاڳو ايرانين فتح ڪري ورتو ۽ داغستان جو سڀ کان مشهور ۽ قديم شهر "دربند" جو بنياد وڌو پر هن پوري علائقي کي غلام نہ بڻائي سگهيا ۽ ساسانين جي زوال کان پوءِ هتي جا قبيلا وري خودمختار ٿي ويا. تاريخ جي اڳين دور ۾ ساڍن ٽن سون سالن تائين هتي عربن جي حڪومت رهي جنهن جا نشان داغستان جي مذهب يعني اسلام، هنن جي لب و لهجي ۽ انهن جي آداب ۽ اخلاق مان اڄ تائين بہ ظاهر آهي. عباسي خلافت جي خاتمي سان اها سموري بازي ابتي ٿي وئي ۽ چوڏهين صديءَ ۾ امير تيمور داغستان تي لشڪرڪشي ڪئي. اهو هتي جي حسين ماٿرين ۽ پهاڙن جو سڀ کان وڏيڪ خونريزي سان ڀريل باب آهي. چون ٿا تہ امير تيمور هتي جي جوڌن جي سِسِين جو مينار تاهيو سسي لٿل لاشن جا انبار لڳايا. داغستان جا گهڻيئي قديم عوامي گيت، جنگ ناما پنهنجي قوم لاءِ سِر گهورينداڙن جا قصا ۽ ڪهاڻيون ان دور جون ئي آهن. سورهين صديءَ ۾ روسين قفقاز طرف اڳتي وڌڻ شروع ڪيو ۽ ان صديءَ جي وچ ڌاري قازان ۽ استرا خان تي قبضو ڪري تاتاري طاقت جي چيلهہ ڇڳي ڪري ڇڏي، پر هن سرزمين تي اڃا روسين جا پير مضبوط بہ نہ ٿيا هئا تہ ايشيا ڪوچڪ جي ترڪ فوجن جو چنڊ وارو جهنڊو اوير ۽ اولهہ ۾ ڦڙڪڻ لڳو. 1578ع ۾ اهي فوجون گرجستان ۽ آذربائيجان کي فتح ڪري داغستان ۾ داخل ٿيون. داغستان جا قبيلائي سردار ٻن حصن ۾ ورهائجي ويا. ڪن ترڪن جي اطاعت قبول ڪئي تہ ڪي روسين سان نياپيندا رهيا. ورهين تائين جنگ و جدل ۽ قتل عام جاري رهيو ۽ نيٺ 1722ع ۾ امير امام قلي خان پنهنجي گاديءَ جي هنڌ "دربند" جون چاپيون زار روس پيٽراعظم جي حوالي ڪيون. ترڪين ۽ روسين جا معرڪا اڃا ختم ڪو نہ ٿيا هئا تہ ايران ۾ نادر شاهہ هڪ وڏي فوج ڪٺي ڪئي ۽ اُتر ۽ ڏکڻ کان حملو ڪيو ۽ داغستان جو وڏو

علائقو فتح ڪري ورتو ان کان پوءِ ايندڙ ڏهه صديءَ تائين هي ننڍڙو ملڪ ٽن وڏين قوتن يعني ترڪي، روس ۽ ايران جي وچ ۾ جنگ جو ميدان بڻيو رهيو. اڻويهين صديءَ جي شروعات ۾ ٻارهن سال مسلسل خونريزي کان پوءِ ايران ۽ روس جي وچ ۾ هڪ "معاهدو گلستان" ٿيو جنهن جي نتيجي ۾ داغستان، گرجستان ۽ اتر آذربائيجان مستقل طور زار روس جو حصو بڻيا، جيتوڻيڪ انهن علائقن ۾ اندروني خودمختاريءَ جي ڪا نه ڪا صورت قائم رهي.

داغستان جي ڪُل پکيڙ ايڪتيهه هزار چورس ميل آهي. جنهن زماني جو آءٌ ذڪر پيو ڪريان، ان وقت هتي جي آبادي ڏهه لک ٻاهٺ هزار هئي. اتر اوير ۾ قفقاز وٽ هن جون سرحدون هڪڙي پاسي گرجستان ته ٻئي پاسي آذربائيجان سان ٿي مليون. قدرت پنهنجا سمورا خزانا هن ڌرتيءَ کي دل کولي ارپيا آهن. هتي جي پهاڙن ۾ لوهه، گندرف ۽ جپسم جا ذخيرا آهن. ميدانن ۾ تيل جا ڦوهارا ٿا نڪرن ۽ زمين جي هيٺ گئس جا دفينه آهن. هتي جي ڌرتي سون اُپائي ٿي. هتي چانور ڪڻڪ، مڪئي، ميوا، پاچيون غرض ته قسمين قسمين فصل اپائجن ٿا. هتي گرم پاڻيءَ جا صحت بخش چشما آهن. اخروٽ، سفيدي ۽ شاهه بلوط جا بن آهن ته زردالو صوف، انگور ۽ شهتوت جا باغ به آهن. زرگري، ظروف سازي، قالين بافي ۽ شيشه گري جهڙا قديم هٿ جا هنر آهن ته فولاد، مشيني آلن، ڪيميائي مرڪب ۽ مفرد ناهڻ جا جديد ڪارخانا آهن. انقلاب کان پهرين انهن مان ڪيترا ئي خزانا مهربند هئا، پر هاڻ جمهوريه داغستان جي ڳڻپ سوويت يونين جي اهم صنعتي علائقن ۾ ٿئي ٿي.

هتي تمهيد ڪجهه طويل ٿي وئي آهي جو شروعات ۾ مون ذڪر ڪيو هو ته هن علائقي جي باري ۾ اسان جي معلومات ايتري ٿوري ۽ گهٽ آهي جو انهن ڪجهه بنيادي ڳالهين جو ذڪر ڪرڻ ضروري

هو. رسول حمزه جي ڳالهہ پئي ٿي جنھن کي انھيءَ زماني ۾ ادبي خدمتن جي اعتراف طور ”لينن انعام“ مليو هو. اهو اعزاز سوويت يونين ۾ صرف ڳڻپ جي ڪجهہ ماڻھن کي ئي حاصل ٿيو آهي جن ۾ بہ ٽي اديب آهن، هڪ آرڪيٽيڪٽ آهي ۽ هڪ مجسمہ ساز آهي. جنھن زماني جو آءُ ذڪر ڪريان پيو ان وقت رسول حمزه جي عمر رڳو ڀائيتاليهہ سال هئي، پر هن جي مٿي جا وار تڏهن بہ مون کان وڌيڪ اڇا هئا. ٿلهو بندرو صفا ننڍڙيون اکيون. گهڻو ڳڻو نڪ. ڳاڙهو ڳٽول، گهڻ ڳالهائڻو کلڻو ملڻو ڳالهہ ڳالهہ تي وڏا ٽهڪ ڏيندڙ پهرين ڪان خبر نہ هجي ها تہ اهو اندازو ئي نہ ٿئي ها تہ هي انتهائي غيرسنجيده شخص انتهائي سنجيده شاعر بہ ٿي سگهي ٿو. وڌيڪ اچرج اهو تہ هو ان عظيم الشان سلطنت يعني سوويت يونين جو نائب صدر بہ هو.

مهاچ قلعي ۾ اسان جي پهچڻ جي ٻئي ڏينھن، جمهوريہ داغستان جي حڪومتي ايوان ۾ هڪ وڏو جسلو ٿيو جنھن ۾ رسول حمزه کي ”لينن انعام“ جو سونو ٻلو ڏنو ويو. عبدالرحمان دانيال صدارت ڪئي. لينن پاران ماسڪو آرٽ جي ڊائريڪٽر رسول کي سند ۽ ٻلو پيش ڪرڻ کان پوءِ روسي، آذربائيجاني، گرجستاني، ترڪماني ۽ قرغز جي اديبن خراج عقيدت پيش ڪيو. ان کان پوءِ هڪ شاگرد، هڪ سپاهي، هڪ هارياڻي ۽ مزدور نمائندي تقريرون ڪيون ۽ پنھنجي پنھنجي تنظيم پاران رسول کي تحفا پيش ڪيائون. سپاهي هڪ جَڙيل خنجر، هارياڻي چانديءَ جو ڏاتو ۽ مزورن جي نمائندي هڪ ڪاٺ جو مجسمو پيش ڪيو. (مون اهڙي قسم جي ميڙتا جي هڪ اڌ تقريب ۾ شرڪت ڪئي آهي، مثال طور انھيءَ ئي زماني ۾ شهره آفاق اديب شولوخوف جي سٺهين (60) سالگرهہ ملهائي وئي، ان ۾ بہ شاگردن، مزورن، هارين ۽ سپاهين جي نمائندن شرڪت ڪئي هئي.

هال جي گئلري ۾ داغستاني سازندن جو هڪ ٽولو ويٺل هو جيڪو تقريرن جي وقفي دوران موسيقيءَ جا سُر وکيريندو رهيو. فنڪشن پڄاڻيءَ تي پهتو تہ پاسي وارن ڪمرن ۾ مهمانن کي شربت پاڻي پياريو ويو. ان کان پوءِ وري بہ هال ۾ شعر ۽ موسيقيءَ جي محفل منعقد ٿي. رسول جا گيت ۽ نظم ڳايا ويا ۽ ٻڌايا بہ ويا ۽ انهن تي ٽيبلو پڻ ٿيا. هتان واندا ٿياسين تہ اسان پنهنجي ڊاڪ بنگلي نما مهمان خاني ۾ ڪجهہ دير دم پٽيو ۽ پوءِ مهاچ قلعي کان ڪجهہ پريرو پهاڙ جي چوٽيءَ تي نهيل هڪ وڏي پُرفضا باغ ۾ پهتاسين، جتي سرسبز چيراٽي تي دعوت جو انتظام ٿيل هو. هتي وري بہ تقريرون ٿيون. جامِ صحت تجويز ٿيا: عالمي امن ۽ صلح و آشتيءَ لاءِ، ادب ۽ شاعري لاءِ، روسي، گرجستاني، داغستاني، ترڪماني ۽ پاڪستاني عوام ۽ اديبن جي نانءُ تي، آخر ۾ بيگم عبدالبصير چيو تہ : ”آءُ سيني مائرن لاءِ جام صحت تجويز ڪريان ٿي، اهي مائرون جيڪي شاعرن، فنڪارن، بهادرن ۽ سورهيہ شهيدن کي جنم ڏين ٿيون، اهي مائرون جيڪي پنهنجي صالح پٽن جي ڪاميابين تي مرڪن پيون ۽ اهي مائرون جن جون دليون پنهنجي شهيد پٽن جي ڏک ۾ ڪاٽل آهن.“

مهاچ قلعو جمهوريہ داغستان جو صدر مقام آهي ۽ ان خطي جو علمي، تهذيبي ۽ صنعتي مرڪز آهي. هتي ڪارخانا آهن، سرڪاري آفيسون آهن. يونيورسٽي آهي، سائنس اڪادمي آهي. تاريخ، سماجيات ۽ آثار قديمہ جا تحقيقي مرڪز آهن. اهو سڀڪجهہ آهي، پر ان نئين شهر ۾ داغستان جو پنهنجو رنگ گهٽو نمايان ناهي. سوويت يونين جي انهن نون شهرن کي ڏسي پنهنجي نهري علائقن جا نوان شهر ياد اچي ويا. مثال طور: سرگوڌا، ساهيوال، خانيوال وغيره، جيڪي سيئي هڪ ٻئي جو نقل ٿا لڳن. سڌا، پُور وچوٽ تي نهيل رستا، هڪ جيتري مفاصلي تي نهيل چؤنڪ، هڪڙي ئي نموني جا

ٿهيل گهر، شهر جي وچ ۾ جلسي گاهہ ۽ کليل ميدان، ڪنهن مناسب جاءِ تي باغ. البت ڪئسپين سمنڊ جي ڪري چئني پاسي پهاڙن جي ڪري مهاچ قلعي جو منظر وڏيڪ سهڻو هو.

رسول حمزه صحيح چوندو هو تہ هي اصل داغستان ناهي، اصل داغستان ڏسڻ چاهيو ٿا تہ پهاڙن جي هُن پار هلو ۽ منهنجو ڳوٺ ڏسو. سو اسين ٻئي ڏينهن سندس ڳوٺ گهمڻ وياسين.

اسان کي ٻن ٽولين ۾ ورهايو ويو ڪُل ويهن ڄڻن کي ٻن ننڍين خاڪي رنگ جي پراڻن جهازن ۾ ويهاريو ويو ٿورڙي ئي دير کان پوءِ سمنڊ ۽ مهاچ قلعي جو ميدان اکين کان اوجهل ٿي ويو. هاڻي اسان جي آڏو اصل داغستان آهي: ساوَن ۽ گلابي پهاڙن جو هڪ اڻ ڪٽندڙ سلسلو هو. ڪٿي ساوڪ، ڪٿي پوٺو هتي هيبتناڪ گهاٽيون آهن تہ حسين ۽ خوبصورت واديون بہ آهن. پراڻي حصار جا کنڊر آهن، تہ نين سرڪاري عمارتن جون ڳاڙهيون ڇيتون آهن. بار بار اهوئي خيال اچي ٿو تہ پراڻن وقتن ۾ جن ماڻهن انهن پهاڙن جا سينا چيري هتي نيون وسنديون وسايون، باغ لڳايا، فصل اپايا اهي سيئي يقيناً فرهاد جا همسر ئي هوندا. هڪ ڪلاڪ جي پرواز کان پوءِ اسين هڪڙي پهاڙي چوٽيءَ تي هڪڙي ننڍڙي مرغزار وٽ لٿاسين، جيڪو هن علائقي خنزه جو گاديءَ جو هنڌ آهي، جتان اهي بہ ڪٽوليءَ جهڙا جهاز روز مهاچ قلعي لاءِ ويندا آهن. هن مرغزار ۾ رسول حمزه ۽ ساڻس ايندڙ مهمانن کي ڀليڪار ڪرڻ لاءِ ٻار، پوڙها، عورتون ۽ مرد وڏي تعداد ۾ آيا هئا. سڀ کان پهرين ان علائقي جو سيني کان وڏو ۽ عمر رسيده بزرگ - جنهن بزرگ جي عمر سؤ سالن کان گهٽ نہ هئي - اڳتي وڌيو ۽ پنهنجي نامور فرزند کي ڀليڪار ڪيائين. مون کي اهو ڏسي خوشي بہ ٿي هئي تہ حيرت پڻ، تہ اشتراڪي روس جي هر علائقي، خاص ڪري مسلم علائقن ۾ بزرگن لاءِ ادب آداب ۽ سندن عزت ڪرڻ جون

مشرقي روايتون اجا قائم آهن. جيتوڻيڪ اهو ادب ۽ لحاظ وڏن ۽ ننڍين جي وچ ۾ دوستاڻي رويي تي اثر انداز ڪڏهن به نه ٿيندو آهي. مغربي ملڪن ۾ ته خير هن روايت جو ڪو نالو نشان ئي ناهي ۽ هونئن به هتي پوڙهو ٿيڻ هڪ غير فيشن ايبل شيءِ آهي ۽ هتي جا پوڙها سڱ ڪپائي وَچڙو ٿيڻ لاءِ پريشان هوندا آهن. ڏک ان ڳالهه جو آهي ته اهي مغربي رويا اسان جي مشرقي معاشرن کي به متاثر ڪري رهيا آهن. تي سگهي ٿو ان جو سبب اهي محروميون هجن ته اسان کي پنهنجي زندگيءَ جي پن ڇڻ واري مند ۾ بہ اهي سُک ۽ سهولتون حاصل ناهن جيڪي اسان جي زندگي جي بهار ۾ اسان جي بزرگن کي حاصل هيون. سو خير ـ انهيءَ پوڙهي پهرين رسول حمزه جي نرڙ کي چميو ۽ پوءِ سمورا ماڻهو رسول ڏانهن ڪاهي پيا. ماڻهن جي انبوهہ جي گهيري ۾ اسين به هئاسين. سيئي سيني کي کيڪاري رهيا هئا. ٻارن کي رنگين ٽوپيون پاتل هيون. عورتن کي گلن ڦلن واريون ڪاريون شالون ۽ موباف اوڍيل هئا. مردن کي وڏي پکيڙ وارا ڪارا ۽ پُورا اُن جا ڪلاه هئا. هتي جي فيشن ايبل جوانن کي ڇڏي باقي سڀ هڪ جهڙا ئي ڪپڙا پائيندا آهن. پوءِ ڪٿي انهن جو منصب ۽ رتبو ڇا بہ هجي، يعني گوڏن تائين ڊگها بوٽ، ڪاري يا نيري برجس جهڙي پتلون. بند گلي وارو چمڙي جو ڪوٽ يا صدري ۽ وڏيون وڏيون اُن جون ٽوپيون. عورتون عام طرح ٽڙيءَ تائين ڊگهو ڍلو ڪرتو پائين. جيڪو ڪشميري عورتن جي "لباس ڦرن" سان ملندڙ آهي. پيرن ۾ ڪارا جوتا ۽ متي تي شال يا وري چوڪندو رومال. وڏي عمر جي عورتن کي عام طرح ڪاري رنگ جو هڪ رئو ضرور هوندو آهي. جڏهن ته جوان عورتون رنگين گلن ڦلن وارا لباس پائين. سندن منهن کليل هوندو ۽ مٿو ڍڪيل، اگهاڙي متي گهمڻ عورتن توڙي مردن ٻنهي لاءِ معيوب سمجهيو ويندو آهي. داغستاني گهرن ۾ زائفاڻي ۽ مرداڻي تفريق ناهي،

پر عام طرح عورتون مرداڻين محفلن ۾ گهٽ شريڪ ٿينديون آهن، بلڪ گهر ۾ جي مرد مهمان هجي ته ڪاڏي جي ميز تي به گڏ ڪو نه ويهنديون آهن. پر قومي پلائي ۽ سماجي سرگرمين ۾ عورتون ۽ مرد ٻئي شريڪ هوندا آهن. انهيءَ ڪري هن جمهوريه جي قومي ۽ رياستي ادارن ۾ گهڻن ئي اعليٰ عهدن تي عورتون آهن. رسول حمزه جي ڳوٺ جي سربراهه هڪ عورت ئي آهي.

ٿوري دير جي افراتفري کان پوءِ استقبال لاءِ آيل سيئي ماڻهو ٿانيڪا ٿيا ته سيئي معزز ماڻهو وچ ۾ اچي ويٺا ۽ رسمي تقريرن جو سلسلو شروع ٿيو علائقي جي پارٽي ليڊر تقرير ڪئي. رسول جي ڳوٺ جي نمبردار خاتون تقرير ڪئي، ڳوٺ جي هڪ ننڍڙي شاگردياڻي ۽ هڪ بزرگ هاريءَ پڻ تقرير ڪئي. مهمانن پاران ڇاتل روسي شاعر توورڊوسڪي (جيڪو هاڻي گذاري ويو آهي) تقرير ڪئي ۽ پوءِ موٽرن ۽ جيپن ۾ اهو جلوس رسول حمزه جي ڳوٺ ڏانهن روانو ٿيو داغستان جي انهن پهاڙي ڳوٺن جو نمونو ڪجهه ڪجهه اسان جي ضلعي هزاره جي ڳوٺن سان ملندڙ جلندڙ آهي. پٿرن جا يا وري ڪاٺ جا ٺهيل گهر، ور وڪڙ واديون، پٿريليون گليون، ڳوٺ جي وچ مان وهندڙ هڪ واهه ۽ گهرن جي پاسن ۾ زردالو ۽ شفتالوءَ جا ننڍا باغ، هر گهر هڪ ننڍڙي بند قلعي وانگر آهي. گهر جي چئني پاسي اوچن پٿرن جي ديوار جنهن ۾ نه ڪا دري، نه ئي دريچو بس هڪ مکيه دروازو جيڪو به گهر جي پوئين پاسي، چو ته اهو در ڪنهن گلي يا بازار ۾ کلڻ بجاءِ پاسي ۾ يا پوئين پاسي کلندو آهي. گهر ۾ گهڙياسين ته پهرين هڪ ڏيڍي، اتان نڪري اڱڻ يا باغ جو حصو اڳيان هڪڙي قطار ۾ ٺهيل ڪمرا. رسول جي گهر جي سامهون هن جي پيءُ جو هڪ سادو مجسمو يادگار طور لڳل آهي. (اهو به هتي جو هڪ انقلابي شاعر هو) مکيه در جي ڪاٺ جي محراب تي عربي اکرن ۾ خوبصورتيءَ

سان "بيت حمزا سادا" ۾ نجار جو نالو اُڪريل آهي. جڏهن اسين دروازي تي پهتاسين تہ ڪجهہ ڪارن ڪپڙن ۾ بزرگ عورتون هٿن ۾ گُل ڪنيو بيٺيون هيون. تن خالص عربي لهجي ۾ اسان کي "اهلا و سهلا" چيو ۽ سيني سان هٿ ملايائون ۽ پنهنجي ٻوليءَ ۾ دعائون ڏنائون. هٿ ملائڻ جو ذڪر آيو آهي تہ ٻڌائيندو هلان تہ هتي جڏهن مرد هٿ ملائين ٿا تہ رڳو ٻہ آڱريون ڪو نہ ٿا ملائين، اهي پهلوانن وانگر پنجہ ڪشي ڪن ٿا، سو پنهنجي هٿن ۽ ٻانهن جو خير گهرو ۽ ٿورا هوشيار رهو. ڏيڍيءَ وٽان گذري اسان هڪ وڏي ڪشادي دالان ۾ اچي وياسين. ڪاٺ جي ڊگهن اڻ ڪٽيل داسن جي ٽيڪ تي ٿهيل ڇت هئي. فرش تي فراسيون ۽ غاليچا وڇايل هئا. ديوار سان ڪاٺ جون ٿهيل ٻئنچون رکيل هيون ۽ انهن ٻئنچن آڏو ڊگهيون ٽيبلون رکيل هيون. چيم: "هتي رڳو اهي ٻئنچون ۽ ٽيبلون نہ هجن تہ ساڳيا جهڙا اسان جي ڳوٺن جا گهر." ان تي هڪ صاحب ٽهڪ ڏئي چيو:"اها تہ اوطاق آهي، نہ تہ اسين وري ڪهڙو پنهنجن گهرن ۾ ميزن ڪرسين تي ويهون، ڪچهري تہ پٽ تي ئي ٿيندي آهي."

ايتري ۾ ڪاڌو لڳو. اوٻاريل گوشت جا وڏا وڏا ٽڪر، ٿوم مليل ڏهي، مڪئي ۽ پنير جا اڦراٽا، آچار، بصر ۽ ڦودني جي چٽڻي ۽ ڪيتريون ئي ڪچيون ڀاڄيون. هتي جو ڪاڌو بنهہ سادو آهي، پر لذيز ۽ صحت بخش آهي. مانيءَ سان گڏوگڏ وري ٻہ تقريرون ٿيون. صحت جا جام تجويز ڪرڻ جو سلسلو هليو. رسول حمزه لاءِ جام صحت، ميزبانن لاءِ، مهمانن لاءِ- مهمانن ۾ هڪڙو پرديسي ۽ اجنبي مهمان آءٌ ئي هيس، باقي سڀ مختلف جمهوريتن جا چاتل سڃاتل اديب هئا، جن کي هرڪو چڱي ريت سڃاڻي پيو. سو جڏهن پاڪستان جو جامِ صحت تجويز ٿيو تہ ميڙاڪي ۾ سنسني پکڙجي وئي ۽ پوءِ کوڙ تاڙيون وڳيون ۽ ايڏو گوڙ ٿيو جو بس رڳو هڪڙي نعره تڪبير جي ڪمي رهجي

وئي. مون سان گڏ گرجستاني شاعر ويٺو هو هن داغستان ۾ پاڪستان جو قافيو ملائي في البديهه هڪڙو قطع چيو ۽ ادائي ڪلاڪ ڪچهري هلي. ماڻهن ڪائي پي ڊؤ ڪيو ته هڪڙي ڪُنڊ مان مقامي مليشيا (پوليس) جي سردار مقصود حمزه زور سان چيو: "صاحبو! ناشتي جي ميز تي اچا ڪيتري دير ويهندؤ منجهند جي ماني ۽ جو وقت ٿي ويو آهي، سو هاڻي منهنجي گهر هلو مانجهاندي لاءِ!" "لا حول ولا قوة" مون پاسي ۾ ويٺل کي چيو: "ته هي رڳو نيرن هئي؟" هن چيو: "سائين! اوهان اچا ڪاڏو ٿي چا آهي؟" سو اسين مقصود صاحب جي گهر پهتاسين. مقصود صاحب جو گهر ڪجهه وڏيڪ سٺو هو اتي وري ڪاڏي ۾ داغستان جي مخصوص ڪاڏن ڪان سواءِ ڪجهه روسي ۽ گرجستاني پڪوان به هئا. سو اتي وري تقريرون ٿيون، وري جام صحت تجويز ٿيا. زور زبردستي ڪجهه نڙيءَ مان لاٿوسين. مون کي اچي ننڊ ڪنيو هو. پانيم ته ڪو بسترو ملي، ته ايتري ۾ ڪتان آواز آيو: "دوستو! هن چؤديواريءَ ۾ ڪيتري دير بند ٿي ويهندؤ ٻاهر اچو، ڏسو ته ڪيڏي نه حسين اُس آهي. هلو ته جبل تي هلي سبزه زار ۾ ويهون. اتي چوڌاري گُل ٽڙيل آهن. خوشبوئن سان هبڪاريل هير گهُلي پئي ۽ شفاف واهه جو روپهرو پاڻي وهي پيو جتي ڪڏهن خان جي دختر جي وهنجڻ جو پرينڌ هو. هلو باقي ڪاڏي پيتي جو پروگرام اُتي ٿيندو." سو اسين اتي پهتاسين ۽ وچي ديرو دمايوسين ۽ جيڪڏهن خان جي دختر وهنجڻ لاءِ ان جاءِ جو انتخاب ڪيو هو ته سندس ذوق کي داد ڏيڻ ڪيي. اها جاءِ نيرن ۾ پيلن گلن سان جهنجهيل هئي، هڪ وسيع ڪشادو سبزه زار هو. اتر ۾ ڏکڻ پاسي آڪاس کي چهندڙ پهاڙ هئا، اوير پاسي جتان ڪان اسين آيا هئاسين، اتي خنزه ۾ بيون آباديون هيون ۽ اولهه پاسي هزارين فوٽ اونهي کڏ

هئي. هتي مختلف ڏسائن کان سنهڙيون ڪيروليون نديون وهن ٿيون، انهن مان آبشار ڪرن ٿا ۽ پوءِ هيٺ درياهہ جي شڪل ۾ وهن ٿا.

هنڌين ماڳين ساوڪ پنهنجا قالين ڪٽي وڇايا آهن. هڪڙي پاسي تنبو لڳل آهن، هڪڙي ۾ گوشت پيو ڪٽجي تہ ٻئي ۾ ديڳون چڙهيل آهن: آءُ صبح کان رڳو ڪائي ڪائي ساڻو ٿي چڪو آهيان. سيئي اچي غاليچن تي ليٽي پيا. هڪڙو داغستاني منهنجي پاسي ۾ اچي ويٺو ۽ پڇيائين:

"مسلمان؟ الحمد لله؟"

مون چيو: "الحمد لله"

"بسم الله الرحمن الرحيم" مون بہ وراڻيو.

هن پنهنجي ڇاتيءَ تي هٿ هڻي تعاف ڪرايو، "محمد علي!"

مون چيو: "گهڻي خوشي ٿي."

هاڻ هن منهنجي ترجمان خاتون کي چيو: "تون پري ٿيءُ، اسين هاڻ پاڻ ڳالهائينداسين." پوءِ عربي فارسي ڳاڙ ٻوليءَ ۾ ۽ ڪجهہ اشارن ۾ هڪ ٻئي سان محبت جو اظهار ٿيو ۽ پوءِ چيائين تہ سڀاڻي سندس ڏيءَ جي سالگرهہ آهي ۽ سندس ڏيءَ لاءِ پنهنجن هٿ اکرن سان ڪجهہ لکان، ڏيڻس، جنهن جو نالو سعادت آهي، ان نالي سان منهنجي بہ ڪا پراڻي ياد وابستہ هئي، سو مون غالب جو شعر لکي ڏنو:

تم سلامت رہو ہزار برس
ہر برس کے دن ہوں پچاس ہزار

ترجمو ٻڌايم تہ آس پاس ٻڌڻ وارا سڀ ٽڙڪي اٿيا. غالب جو احوال ٿيو ۽ وڌيڪ ڪلام جي فرمائش پڻ ٿي. مون ڪجهہ شعر ٻڌايا تہ گرجستاني شاعر ڪلاڊ ڪلوز غالب جا ڪيترائي شعر في البديهہ پنهنجي ٻوليءَ ۾ منظوم ڪري ڇڏيا.

پوءِ ڇوڪرين ڪيترائي نوان ۽ پراڻا داغستاني گيت ڳاتا. پوموخ

۽ اڏائي جو داستان ـ جنهن کي هتان جو "مرزا صاحبان" سمجهي وٺو ـ هزير ۽ باطر هجور جا جنگ ناما, ندين ۽ پهاڙن جا گيت, ليـنـن ۽ انقلاب جا گيت. مليشيا جو جانٺو جوان سردار مقصود حمزه مون وٽ اچي ويٺو ۽ چيائين: ڏسو اسين پهاڙن ۾ اڏامندڙ عقابن وانگر سُبڪ پرواز آهيون ۽ جفاڪش ۽ محنتي آهيون, اسين دوستن جا دوست آهيون ۽ دوستن سان ڪڏهن دغا نہ ڪندا آهيون. ڪڏهن ڪوڙو قول نہ ڪندا آهيون. اسان سان دوستي ڪريو. جڏهن ڪنهن مصيبت ۾ هجو اسان کي سڏيو اسين دوستن جي آواز کي هزارين ميلن جي فاصلن تان بہ سڃاڻي وٺندا آهيون."

هاڻي پاڇا گهرا ٿي ويا هئا ۽ پروگرام پٽاندڙ اسانکي پنجين وڳي جهازن تي واپس پهچڻو هو. مون رسول حمزه کي چيو:" سوا پنج ٿي ويا آهن ۽ اوهين اڃا تائين هتي ويٺل آهيو اسان کان جهاز گُسي ويندو".

هن چيو:" چڏ يارا هيءُ ڪو ماسڪو آهي جو جهاز ڇڏائجي ويندو. هتي تہ اهي سيئي اسانجا جهاز آهن. جيڏي مهل دل ٿيندي هلنداسين."

خير, ڇهين ڌاري ڪن اسين ميدان تي پهتاسين تہ پري پري تائين جهازن جو ڪو نالو نشان ئي ڪونہ هو. رسول هڪ بہ چڪر ڪنٽرول روم جو بہ هڻي آيو ۽ چيائين:" يار, وڏي غلطي ٿي وئي, اسان صبح جو پائلٽن کي دعوت ۾ ڪونہ سڏايو تہ اهي ڪاوڙجي ويا آهن ۽ چوَرايو اٿن تہ جهاز نہ ٿا اڏيون", ڪنهن منهنجي ڪن ۾ سُرباٽ ڪيو:" اهو سڀ ڪوڙ آهي, جهاز ڪڏهوڪا اچي واپس وڃي چڪا آهن. اهي سڀ توکي هتي رات روڪڻ جا بهانا آهن". سو اسين سڀ گاڏين ۾ ويهي واپس ڳوٺ ڏانهن ورياسين. ڪنهن هڪڙي گهر ۾ ايهن ماڻهن جي رهڻ جي جاءِ ڪونہ هئي. تنهنڪري هڪ هڪ, ٻہ ٻہ, ٽي ٽي ڄڻا ٽي مختلف گهرن ۾ رهياسين. منهنجو ميزبان رسول جي ڳوٺ سارا ۽

ان جي آسي پاسي ڪولخوذ يعني گڏيل فارم جو سربراهہ محمد خطيب هو. ڏاڍو مهذب، فضيلت وارو گهڻ ڄاڻ شخص هو ڇهہ فوٽ ڪان بہ مٿي قد هوس، ڪسرتي جسم، ڳاڙهو ڳٽول، داغستانين جهڙو ڊگهو عقابي نڪ ۽ تيز عقابي اکيون.

هن جو گهر نئين نموني جو ٺهيل هو. ٻاهر آڳنڌ جي هڪ ڪُنڊ ۾ ڏاڙهون، ناشپاتي ۽ صوف جا وڻ آهن ۽ ڪجهہ ياچين جون ٻاريون آهن. هتان گذري چار پنج ڏاڪڻيون چڙهي مٿي گهر آهي، جنهن ۾ هڪڙي سري ڪان ٻي سري تائين چاري لڳل بالڪوني آهي، جنهن ۾ هڪڙي پاسي ڪجهہ آرام ڪرسيون رکيل آهن ۽ وچ ۾ هٿ ڌوئڻ لاءِ ننڍڙو حمام ۽ گينڊي رکيل آهي. ٻئي پاسي ڪاڏي جي ميز آهي، ڪجهہ ڏاڪڻيون جيڪي غسل خاني ۾ لهن ٿيون، چار ڪليل ڪمرا آهن، جيڪي بالڪونيءَ ڏانهن کلن ٿا. بجلي ۽ پاڻي تہ خير هر گهر ۾ آهي، خطيب صاحب جي گهر ۾ بہ ريڊيو سيٽ ۽ ريفريجريٽر بہ آهي.

خطيب صاحب ٻڌايو تہ هن جي ڪولخوذ ۾ ست ڳوٺ شريڪ آهن، جن جي آبادي ڇئن هزارن جي لڳ ڀڳ هوندي. هن ڪولخوذ جي زمينن تي ڪڻڪ، مڪئي ۽ مختلف ميون جي پوک ٿئي ٿي ۽ رڍن جا ڌڻ پڻ پاليا ويندا آهن، جيڪي حڪومت کي وڪيا ويندا آهن ۽ ڪولخوذ جي اپت گهٽو ڪري جانورن جي پالنا مان ٿي ٿئي ٿي. ڪڻڪ ۽ ميوا جيڪڏهن ڪولخوذ جي ميمبرن جي ضرورت کان وڌيڪ هجن ٿا، تہ مقامي منڊيءَ ۾ وڪڻبا آهن. چاليهہ هزار رڍون ذاتي ملڪيت آهن، ان ڪان سواءِ هر ماڻهو هڪ ڳئون ۽ ڏهہ رڍون ذاتي ملڪيت طور رکي سگهي ٿو. هر گهر هڪ ايڪڙ زمين ذاتي باغ يا ٻني ٻاري لاءِ رکي سگهي ٿو. هر ڳوٺ جو پنهنجو اسڪول آهي، انين ڪلاس تائين تعليم مقامي زبان آوار ۾ ڏني ويندي آهي، البتہ پنجين درجي ۾ روسي زبان لازمي آهي. ڪولخوذ جي پنهنجي اسپتال

آهي، جنهن ۾ سؤ ويهه مريضن لاءِ بسترن جو بندوبست آهي. ٻه وڏا گهر آهن. ايڪسري ۽ ٻيو سڀ طبي ۽ جراحي سامان موجود آهي. مهاچ قلعي لاءِ روزاني هوائي سروس آهي، بسن ۽ گاڏين لاءِ پڪا روڊ پڻ آهن.

رات گذارڻ لاءِ خطيب صاحب پنهنجو ڪمرو مون لاءِ خالي ڪيو هن ڪمري کي ڏسي ماڻهو ائين نٿو چئي سگهي ته اهو داغستان جي هڪ ڏورانهين علائقي جي، ڏورانهين ڳوٺ جي، ڪنهن معمولي هاريءَ جو ڪمرو آهي، بنهه ڪنهن شهري پروفيسر جو دوستن سان ويهڻ واري ڪمري جهڙو. ڀتين تي لڳل نقشا ۽ مختلف شهرن جون تصويرون، چئني پاسي ڪتابن جا ڪٻٽ، پڙهڻ لاءِ ٽيبل ۽ ان تي رکيل رسالا ۽ اخبارون، هڪ ريڊيو هڪ وڏو گهڙيال، پڙهڻ لاءِ ٽيبل لئمپ، ڪاغذ، پنسلون ۽ سگريٽ. صبح جو ساڳي نيرن: پنير، مربي ۽ مکڻ جي اڱراتن سان. نيرن ڪري ورتي سين ته رسول حمزه آيو ۽ اچڻ سان عذر ۽ معذرت ڪرڻ شروع ڪيائين:" ادا، تون ٻه سوچيندو هوندين عجيب بدتميز شخص آهي، مهمان کي الاءِ ڪنهن جي گهر پهچائي، پاڻ الاءِ ڪٿي گم ٿي ويو. ڳالهه اها آهي ته گهڻي مصروف رهڻ جي ڪري ڳوٺ گهٽ اچڻ ٿيندو آهي. ان وچ ۾ ڪنهن جو ڪو گذاري ويو آهي، ڪٿي شادي ٿي آهي، ڪٿي ٻار ڄائو آهي، ته ڪنهن جي پٽ يونيورسٽيءَ ۾ ڪاميابي ماڻي آهي، انهن سيني گهرن ۾ وڃڻ ضروري آهي. سو ڪٿي، پرچاڻي لاءِ ويس ته ڪٿي مبارڪن لاءِ، هاڻي وڃي واندو ٿيو آهيان، سو هل ته هلي نيرن ڪريون."

"نيرن ته اسان ڪري ورتي." مون چيو.

"ته ڇا ٿيو؟ هلڻ کان پهرين توکي ٻن جاين تي ٻيو به ناشتو ڪرڻو آهي."

سو ٻن ٻدران تن ڇٽن جاين تي نيرن ڪري، اسين ميدان ۾ پهتاسين تہ جهازن جي سامهون ڪجهہ ماڻهو اوٻاريل گوشت ۽ مشروبن سان موجود هئا.

"اڙي بابا ڪجهہ خدا جو خوف ڪريو. هي وري ڇا؟"

"ڪاٽو پوندو!" محمد علي چيو: "اها اسان جي ريت آهي."

***

## باب پنجون

# مڪالمو / ملاقاتون

ماسڪو شهر هڪ طرح سموري دنيا جي اديبن ۽ دانشورن جو هڪ بين الاقوامي مسافر خانو آهي. ڪو هڪ ڏينهن لاءِ آيو يا ڪو هڪ مهيني لاءِ آيو ۽ ڪو تہ وري ترڪ شاعر ناظم حڪمت وانگر آيو ۽ هتي جو ٿي ويو. انڪري جيترن باڪمال ماڻهن سان سوويت يونين جي شهر ۾ ملاقاتون ٿيون، انهن جا فقط نالا ڳڻائڻ لاءِ دفتر درڪار آهن. انهيءَ ۾ سڀ ڪان پهرين تہ روس جي مختلف جمهوريتن جي هنرمند ۽ اديبن شاعرن جي هڪ پوري فوج آهي، جن مان گهڻن جو ذڪر اڳ پهرين ئي ڪري چڪو آهيان. پوءِ وري يورپ، ايشيا،

آفريڪي ۽ لاطيني آمريڪا جي اديبن جو ڪاروان آهي. مثال طور اٽليءَ جو البرٽو موريويا، فرانس جو سارتر، انگلستان جو پروفيسر ايمپسن، اينگسن ولسن، وليم گولڊنگ، آفريڪا جو ليو پولڊ سينگهور جيڪو هاڻي سينيگال جو صدر آهي، لاطيني آمريڪا جو پئبلو نرودا، عراق جو الجواهري، لبنان جو مشعل سليمان ۽ سهيل ادريس، فلسطين جو محمود درويش ۽ معين بسيشو مصر جو عبدالرحمان قمنسي، ڊاڪٽر مندور يوسف الصباعي، جاپان جو يوشي هوتا ۽ هندوستان جا سمورا پراڻا دوست ۽ ڪامريڊ. مطلب تہ ڪنهن جو ڪنهن جو نالو ڪڻان. سوويت ميزبانن مان ڪجهہ تہ الله ڪي پيارا ٿي چڪا آهن، جن سان نياز مندي هئي، جيئن عظيم ناولسٽ ۽ صحافي اليا اهرن برگ يا بزرگ شاعر دروفسڪي هو. ڪن سان دوستي هئي جيئن نقاد ۽ ناول نگار ڪوچي طوف ۽ ڪن سان ياري هئي جيئن يوري رومين سوف هو انهن سورهن سترهن سالن ۾ ڪنهن سان ڪيترا ڀيرا مليس ۽ ڪهڙيون ڪهڙيون ڪچهريون ڪيم، جيڪڏهن ياد ڪرڻ ويهان تہ باقي عمر ان ۾ ئي گذري وڃي ۽ منهنجي يادداشت تہ ايتري ڪمزور آهي، جو ڪالهوڪي ڳالهہ اڄ ياد نہ ٿي رهي ۽ صحافت ڇڏڻ کان پوءِ نوٽس وٺڻ جي بہ عادت نہ رهي آهي. رڳو ٻن ٽن ملاقاتن جون ڪجهہ ٽوريون ڳالهيون جيڪي ذهن ۾ محفوظ رهجي ويون آهن، في الحال اهي ٻڌو.

## 1. ناظم حڪمت

ناظم حڪمت جو نالو اسان لاءِ گهڻو ڄاتل سڃاتل هو ۽ اها بہ خبر هئي تہ ترڪيءَ جو هن وقت سڀ کان وڏو شاعر هو. انگريزيءَ ۾

هن جي نظمن جي ترجمي جو هڪ ننڍو ڪتاب لاهور ۾ مليو ويو هو سو ان کي وڏي شوق سان پڙهيو هئم. اهو مجموعو هڪ چونڊ مجموعو هو جيڪو ناظم حڪمت جي ڊگهي جيل جي ڏينهن جو يادگار آهي. انڪري پنهنجن جيل ۾ رهڻ وارن ڏينهن ۾ سندس اهو مصرعو اڪثر ياد پيو ڪندو هئس:

”غم ڪيڏا به هجن، پر پنهنجي هيري جهڙي دل سدا درخشان رکو!“

ناظم حڪمت پنهنجي زندگيءَ جو گهڻو حصو ترڪيءَ جي جيلن ۾ ئي گذاريو ۽ پوءِ پڇي نڪتو ۽ سوويت يونين ۾ اچي پناهه ورتائين ۽ اتي ئي آباد ٿي ويو. جيتوڻيڪ سندس دل هر وقت پنهنجي وطن لاءِ تڙپندي هئي. هتي جي هيڏين آسائشن هوندي به، سندس جلاوطني دوران لکيل گهڻي ڀاڱي شاعريءَ جو موضوع اهو ئي آهي.

1958ع ۾ تاشقند جي افرو ايشيائي ادبي ڪانفرنس جي پروگرام ۾ مون مشاعرو به رکرايو هو جيڪو هتي جي ماڻهن لاءِ هڪ نئين شيءِ هو سوويت يونين ۾ هتي جيان ”ڪلام شاعر بزبان شاعر“ جو دستور نه آهي، پر عام طرح هتي ڪنهن تقريب ۾ رڳو ڪنهن هڪڙي ئي مشهور شاعر جو ڪلام ٻڌو ويچي ٿو يا وري ڪنهن خاص تقريب جي مناسبت سان ان موضوع تي نثر توڙي نظم ۾ ئي پيش ٿين ٿا. اسان جيان شاعر پڙ ۾ ملهه نه وڙهندا آهن. هتي تاشقند جي مشاعري ۾ ناظم سان پهريون پيرو ملاقات ٿي هئي ۽ ان کان پوءِ دوستي ۽ محبت جو اهو رشتو 1963ع ۾ سندس اوچتي وفات تائين قائم رهيو.

ناظم حڪمت ڏسڻ ۾ هڪ سهڻو جوان هو ڊگهو قد. پورو پنو جسم، گهرا سونهري گهنڊي وار، پوريون اکيون، تکا نقش، ڳاڙهو اڇو رنگ، عمر ۾ مون کان اٺ ڏهه سال وڏو هوندو پر صفا نوجوان نظر ايندو هو رئيس خاندان سان تعلق. هڪڙي پاشا جو پوٽو نوجوانيءَ ۾

اناطوليہ ۾ آزاديءَ جي جنگ ۾ شريڪ ٿيو ۽ پوءِ پنهنجي عملي زندگي ۽ تحريري جدوجهد کي عوام لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين. تاشقند ڪانفرنس کان پوءِ جڏهن اسين ماسڪو پهتاسين ته، ناظم اسان ٻن ٽئن دوستن کي پنهنجي ”ڊاچا“ يعني مضافاتي ريسٽ هائوس ۾ اچڻ جي دعوت ڏني هئي. اها ٽن وڏن ڪمرن جي ڪاٺ جي ٺهيل هڪ هوادار جاءِ هئي.

هڪ ٻه ڪلاڪ ڪاٺڻ ويهڻ ۽ هِتان هُتان جي ڳالهين ۾ گذري ويا. پوءِ ناظم چيو: ”هلو يلا، ٻئي ڪمري ۾ هلي ڪي ڳالهيون ٻولهيون ڪريون.“ ڳالهہ اها آهي تہ ائين اسان جيان گپوڙا هڻڻ جا رومن ماڻهو بہ شوقين هئا، جيڪي ڪاڏو بہ ليٽي ڪائيندا هئا، پر انهن يورپي ماڻهن کي اهو ٻنهہ نہ ٿو اچي، جيڪي هر وقت ڪرسين تي اُڀا ويٺل هوندا آهن. سو اسين سيئي اٿي ٻئي ڪمري ۾ وياسين، هتي ديوارن سان لڳ ڊگها تخت جهڙا ڪوچ رکيل هئا. پتين تي موجوده دور جي ناميارن مصورن جون پينٽنگز لڳل هيون ۽ ناظم جي مختلف ڊرامن جا پوسٽر هئا، جيڪي ماسڪو ۽ ٻين گهڻن شهرن ۾ اسٽيج تي ڇڪا هئا. ناظم چيو تہ هلو هاڻي آرام سان ليٽي ڪچهري ٿا ڪريون. شعر جي اسلوب، هيئت ۽ لغت جي ڳالهہ ٿي تہ، ان جو سلسلو ڪيترين ئي ملاقاتن ۾ اسان جي وچ ۾ جاري رهيو. ناظم حڪمت جو چوڻ هو تہ قطعي آزاد شاعري يا آزاد نظم جو وجود ممڪن ئي ناهي، جيئن لفظ نظم مان ئي ظاهر آهي. لفظن کي ڪنهن ترتيب ۾ جوڙڻ پڻ هڪ پابندي آهي ۽ وري مٿان شعر جون ڪجهہ بنيادي گهرجون ان پابنديءَ کي اڃا بہ وڌائين ٿيون، جيئن شعر نثر کان الڳ ۽ مٿانهون ٿي سگهي، ڇو تہ شعر موسيقيءَ مان جنم ورتو آهي، انڪري پهريون شرط ئي اهو آهي تہ ڪنهن مخصوص ردم ۾ هجي. ان ۾ لئي ۽ آهنگ جي پابندي هجي، جا خود شعر جي موضوع مطابق هجي. ان سان گڏوگڏ وري هي

ٻہ فرض ڪيو ويو آهي تہ انهن مخصوص بحرن کان سواءِ ٻي ڪنهن
ٻہ لئي يا آهنگ ۾ شعر جي تخليق ممڪن ناهي، تہ اها ڳالهہ صحيح
ناهي، انڪري جو هتي ٻوليءَ جي روزاني ڳالهہ ٻولهہ ۾ ان جو پنهنجو
هڪ لڪيل ۽ وڪريل آهنگ هوندو آهي، جنهن تي پڻ ڌيان ڏيڻ جي
ضرورت آهي. ائين ڪيترائي نوان مترنم آوازي آهنگ اخذ ڪري
سگهجن ٿا. عوامي لوڪ گيت تہ خير بنهہ واضح شيءِ آهي، پر
ڪنهن پوڙهي شهري شخص يا ڳوٺاڻي ماڻهوءَ کان قصو يا داستان يا
آکاڻي ڪٽنڌڙ کان ڪو قديم قصو ڪهاڻي ٻڌو تہ ان نثر ۾ پڻ ان خاص
زبان جي لئي ۽ ڍار ملندي. ڪوشش اها ڪرڻ کپي تہ پنهنجي ٻوليءَ
جي فطري آهنگ ۽ ترنم جا نوان امڪان دريافت ڪجن ۽ پنهنجي
شعر جي لئي کي ان جي ويجهو آڻجي، پر اسين عام طرح ائين نٿا
ڪريون. ان ڏس ۾ ٻہ آءٌ پنهنجي زبان ترڪي ۽ اوهين پنهنجي زبان
اردوءَ جو ئي ڪٽي مثال وٺو. انهن زبانن جو پنهنجو لهجو ۽ صوتي
آهنگ ڪجهہ ٻيو آهي، پر اسين سيئي شعر چوڻ مهل پيروي عربي
عروض جي ڪريون ٿا، ڇا لاءِ ڀلا؟ اهي پراڻا وزن ۽ بحر ٻہ تہ عربن
پنهنجي زبان، ان جي ڳالهہ ٻولهہ، پنهنجي رجز، پنهنجي گيتن ۽ نغمن
مان برآمد ڪيا هئا ۽ اوهان ڪتابن ۾ اهو ٻہ پڙهيو هوندو تہ ان لئي
جو اصل ماخذ اُٺ جي چال جو ردم آهي، تہ پوءِ اسين سيئي ان عربي
لڪير جا فقير ٿيو ڇو پيا وتون؟ هونئن پنهجي پنهنجي مزاج مطابق
شاعرن انهن عربي بحرن ۾ ترميمون، اضافا يا ڪاٽا ڪوٽيون ڪيون،
جن کي سيني قبول بہ ڪيو پر عروض جي بنيادي ڍانچي کان
منحرف ٿيڻ جي ڪنهن کي بہ همت نہ ٿي. خود مون جڏهن ترڪيءَ ۾
شعر چوڻ شروع ڪيا تہ سڀ کان پهرين اهو ئي مسئلو منهنجي آڏو
آيو. جڏهن مون ڪوشش ڪئي تہ شاعري لاءِ عروض جو ڪو متبادل
آهنگ پيدا ڪرڻ جي ڪا صورت ڪجي تہ وقت گذرڻ سان مون

عروض جو سهارو وٺڻ نيٺ ڇڏي ڏنو ۽ نتيجو اهو ٿيو جو هاڻ گهڻا ئي جديد ترڪ شاعر ائين ئي لکن ٿا.

ان موضوع تي اسان ٻنهي جي وچ ۾ ڪيترائي ڀيرا گفتگو ٿي، ڪجهه نظم جيڪي مون ماسڪو ۾ لکيا هئا، جيڪي منهنجن ڪتابن ۾ پڻ آهن، انهن ئي ڪچهرين ۽ صحبتن کان متاثر ٿي لکيل آهن. ناظم چوندو هو: " منهنجين ڳالهين مان اهو متان سمجهين ته آءٌ شعر ۽ ادب جي پراڻين روايتن جي خلاف آهيان يا وري ان کان قطع تعلق ٿيڻ جي حق ۾ آهيان. غور ڪجي ته ڳالهه ان جي ابتڙ آهي. اصل ۾ ڳالهه هن طرح آهي ته جيئن اسان جو لوڪ ادب، لوڪ گيت، داستان ۽ رزميه آهن، جيڪي بنهه الڳ روايتن جا امين آهن. اهو عروضي پابنديءَ جو دور ته گهڻو پوءِ آيو. ان تبديليءَ جو بنيادي سبب محض شاعراڻي يا ادبي تبديليءَ جي ڪا تحريڪ نه هئي، بلڪه ان جو بنيادي سبب ته اسان جو معاشرتي نظام ۽ رهڻي ڪرڻيءَ جي طور طريقن جي ڪاياپلٽ هئي، يعني اسان جي پراڻي خودمختيار ۽ خود ڪفيل قبائلي نظام جي جاءِ تي بادشاهي، نوابي يا جاگيرداري نظام جو ٿاقجڻ به هو سو ان ٿوري ترقي يافته سماجي نظام، ٿوري وڌيڪ ترقي يافته تهذيب کي پيدا ڪيو ۽ شعر و ادب پڻ ان سانچي ۾ سمائجي ويو. ان کان پوءِ ٿيو ائين ته اسان جهڙن مشرقي ملڪن ۾ اهو نظام صدين تائين ٿاقيل ئي رهيو ڪا به تبديلي نه آئي، جنهن جي نتيجي ۾ اسان قدامت پسنديءَ جو شڪار ٿي وياسين، شعر، ادب، سياست، معيشت هر ميدان ۾، پر هاڻ اهو دور گذري چڪو آهي. انساني دنيا صعنتي دور ۾ داخل ٿي چڪي آهي، زندگيءَ جي لئي بدلجي وئي آهي، رهڻي ڪرڻيءَ جا طريقا بدلجي ويا آهن، انساني رشتن جي صورت بدلجي وئي آهي. هن دؤر جي انفرادي توڙي اجتماعي انساني تجربن جي نوعيت، ماهيت اڳوڻي زماني کان بنهه

مختلف آهي ۽ اهو پڻ ظاهر آهي ته ان جي مناسب ۽ مؤثر اظهار لاءِ نيون صورتون ۽ نوان سانچا بہ گهربل آهن. نظرياتي طور اهو سيڪجهه ته مڃيو ميين ٿا، پر عملي طور تي ڳالهه جتي اٽڪي ٿي پوي، سو ڪو ذهني يا نظرياتي مسئلو ناهي، پر فني ۽ جمالياتي مسئلو آهي، يعني صرف حقيقت جو اظهار ئي ڪافي ناهي، پر ان اظهار ۾ حسن ڪاري به لازمي آهي. شروع شروع ۾ ان مسئلي جي ڳوڙهائپ جو مون کي به اندازو نه هو، پر هاڻ آءٌ سمجهان ٿو ته منهنجي شروعاتي شاعري جيڪا گهڻو ڪري سياسي جلسن ۽ جلوسن جي شاعري آهي، بنهه يڪ رُخي ۽ ون ڊائمينشنل شاعري آهي، جيڪا رڳو وقتي ۽ هنگامي طور مفيد ۽ مؤثر هوندي آهي ۽ جنهن جي لغت ۾ هيئت ۾ ڪنهن انساني تجربي جي نزاڪتن ۽ گهراين جو عڪس نٿو ملي.

"روايت، هيئت ۽ موضوع جا ڪي الڳ الڳ خانا نٿا ناهي سگهجن. مثال طور موضوعاتي تقاضائن موجب مون پابند شاعري به ڪئي آهي، ايستائين جو جيڪڏهن ڪو پراڻو داستان منظوم ڪيو اٿم، ته ان ۾ زماني فضا پيدا ڪرڻ لاءِ قديم ۽ متروڪ زبان پڻ استعمال ڪئي اٿم ۽ ان علائقي جي لوڪ ڏن مان پڻ استفاد ڪيو اٿم. فارم يا هيئت جي باري ۾ مون پهرين به ڪنهن کي چيو هو ته، ان جي صورت ته ڪنهن حسينه جي روپهري جسم تي ريشمي جوراب جهڙي آهي، جو روپهري جسم جي حسن ۾ ته اضافو ڪري ٿو پر پاڻ ظاهر نٿو ٿئي."

ان تي مون حسرت موهانيءَ جو شعر ٻڌايو ۽ داد پاتو:

رنگ قبا سے مل گئی خوبئ جسم نازنیں
اور بھی شوخ ہو گیا رنگ ترے لباس کا

ناظم حڪمت ڳالهين دوران وقت بوقت دليل طور پنهنجا نظم به ٻڌائيندو هو ترجمي ۾ انهن جو حسن جهڪو ٿي ويندو پر تڏهن به

ڪجهہ ترجما ايندڙ باب ۾ ڏيندس.

## 2. اليا اهرن برگ

1963ع، جولاءِ يا آگسٽ جو مهينو ۽ لينن گراڊ جو شهر. علامہ اقبال کي "سواد رومتہ الڪبريٰ" ۾ دهلي ياد آئي هئي، پر هن شهر جو تہ اسان وٽ ڪو بدل ئي ناهي. ماسڪو جي ابتڙ هي هڪ يورپين طرز جو شهر آهي. روڊ، رستا، چوڪ، عمارتون، گرجا، شهر جي وچ ۾ وهندڙ نيوا دريا جي پل: گهڻي ڀاڱي شيون مغربي طرز جون آهن. پشڪن جي لفظن ۾ "ڪنجهي جي گهوڙي جو شهسوار" پيٽراعظم جو آباد ڪيل هي شهر، روس جي سياسي، ثقافتي، سماجي ۽ انقلابي تاريخ جي انيڪ آثارن سان مالامال آهي، اهو شهر. پيٽراعظم جي گهوڙي سوار مجسمي کان درياهہ جو ڪنارو وٺي شهر ڏانهن هلو تہ هر عمارت ڪنهن نہ ڪنهن نئين يا پراڻي ياد کي جاڳائيندي. هيءُ گهر ڏسو هن گهر ۾ پشڪن پنهنجي شاعريءَ جو ڏيئو ٻاريو هو. هيءُ هئبتناڪ قلعو ڏسو هن قلعي ۾ قيد سياسي قيدي آزادي ۽ روشنيءَ لاءِ سڪندا هئا. اهو آرورا جهاز آهي جنهن تان آڪٽوبر انقلاب جي توبُن ٺڪا ڪيا هئا. هيءَ سمولني انسٽيٽيوٽ آهي، جتي لينن پنهنجي انقلابي حڪومت تشڪيل ڏني هئي ۽ هيءُ زار جو محل آهي، جيڪو هاڻي "هرمي ٽيج ميوزيم" نالي سان سڄي دنيا ۾ مشهور آهي. ان ۾ موجود سمورا نوادرات، تصويرون، مجسما، جواهرات، ملبوسات ۽ ظروف وغيره ڏسڻ لاءِ ڪجهہ ڪلاڪ تہ ڇا ڪجهہ ڏينهن بہ ٿورا آهن. ٻئي ڏينهن هتي يورپين اديبن جي ڪانفرنس هئي ۽ ڪجهہ ايرو ايشيائي اديب بہ مبصر طور مدعو هئا. انڪري آءٌ ۽ ايلس بہ اڄ ئي لنڊن کان هتي پهتا آهيون. سڄو ڏينهن شهر ۾ گهمڻ کان پوءِ سيئي ماٺهو هوٽل

۾ آرامي هئا، پر بہ منهنجي دل نٿي مڃي، تہ هن شهر ۾ هڪ لمحو بہ
ڪنهن بند ڪمري ۾ ضايع ڪرڻ گهرجي. هوٽل کان ڪجهہ وڪون
پرتي هڪ ننڍڙو پارڪ آهي ۽ ان جي وچ ۾ پشڪن جو اوچو مجسمو
لڳل آهي. ان وقت ائين محسوس ٿيو ڄڻ پُشڪن لينن گراڊ جي
واڱڻائي شام کي پنهنجي شال جيان پاڻ تي ويڙهي ورتو آهي ۽
ڪجهہ ستارا هن جي گهنڊيدار وارن ۾ ڦاٿل آهن. نہ ڄاڻ هو هن وقت
سر جهڪائي ڪهڙي سوچ ۾ غرق آهي؟ پر شايد هن جون دردمند
اکيون شفقت ۽ محبت سان انهن نوخيز جوڙن کي تڪي رهيون آهن،
جيڪي هن جي چوڌاري لوهي بئنچن تي وٽن جي پاڇي ۾ پنهنجي
شوق ۽ جذبن کي لڪائڻ جي اٽلکين ڪوشش ۾ رڌل آهن.

ٻئي ڏينهن اسين ڪانفرنس لاءِ لينن گراڊ اديبن جي انجمن جي
مکيہ آفيس ۾ اچي ڪٺا ٿياسين، جيڪا پراڻي وقت جي ڪنهن امير
جو محل هئي. ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪندڙن ۾ ڪيترائي وڏا اديب ۽
شاعر شامل هئا: فيدن، اليا اهرن برگ، شولوخوف، سارتر، ايمپسن،
جان ليمان ۽ گهڻا ٻيا. ٽي ڏينهن مختصر قيام دوران انهن سڀني سان
ملڻ ناممڪن هو سجاد ظهير ۽ مون پنهنجي دوست مريم
سليگانيڪ هٿان اهرن برگ ۽ سارتر سان ملڻ جي فرمائش موڪلي
۽ هڪ ٽيهريءَ جو انهن ٻنهي بزرگن سان هڪ ٻئي پويان ملاقات جو
وقت طئي ٿيو. پهرين اهرن برگ سان ملاقات ٿي. هو تڏهن بہ ڏاڍو
ضعيف هو چيلهہ جهڪيل هئس، اکيون ڏنڏلايل هئس، چهري تي
زردي ڇانيل هئس، وچولي قد جو سنهڙو سيپڪڙو ماڻهو هو جنهن کي
ڏسي ڪنهن ٿڪل شڪاري پکي جي ياد ٿي آئي. اهرن برگ صاحب
جون گهڻيون ڳالهيون اسين ڪانفرنس دوران ٻڌي چڪا هئاسين،
جڏهن هن سوويت يونين بابت مغربي اديبن جي ڪيترن ئي
اعتراضن جو جواب ڏنو هو جنهن مان ٿورو ڪجهہ جيڪو مون کي ياد

آهي تہ:

"اوهين چئو ٿا تہ اسان وٽ جيڪو ڪجهہ بہ لکيو پيو وڃي، ان مان ڪجهہ شيون چڱيون بہ آهن، پر هتي جي جديد ادب جو گهڻو حصو اوهان جي چوڻ موجب: بي ڪيف ۽ بي روح آهي. ان ۾ ڪو رس چس ناهي، جنهن کي تخليقي اعتبار کان معياري ادب نٿو چئي سگهجي. ظاهر آهي تہ اهي ڪتاب لکڻ واري جي پنهنجن جذبن، احساسن ۽ ڪيفيتن جي ترجماني نٿا ڪن، بلڪ اهي اوهان جي انجمن جي انتظاميا جي چوڻ تي، انهن جي نظرين جي تبليغ لاءِ لکيا وڃن ٿا." ان جو جواب هيءُ آهي تہ هڪ حد تائين اوهان جو چوڻ صحيح آهي، پر ٻن ٽن ڳالهين تي غور ڪريو. پهرين ڳالهہ تہ اسان جڏهن انقلاب آندو ۽ هڪ نئين سوويت سماج جي جوڙجڪ پئي ڪئي، تہ اسان اهو تہ اقرار ڪيو هو تہ اسان هڪ سوشلسٽ سماج جوڙڻ ٿا چاهيون ۽ اسين سرمائيداري، جاگيرداري، مطلق العناني، استحصال ۽ پرماريت جهڙين سمورين خباثتن کي ختم ڪرڻ پيا وڃون جيڪي طبقاتي نظام سان تعلق رکن ٿيون. اهي سمورا وعدا اسان ڪيا هئا ۽ انهن کي پورو پڻ ڪيوسين، پر اسان اهو عهد ڪڏهن ڪيو هو تہ اسين ڇسو ادب پيدا ڪو نہ ڪنداسين! اسان اهو ڪڏهن چيو هو تہ اسان جي اديبن جي تنظيم ۾ ڪجهہ ٻُودل قسم جا ماڻهو بقراط بڻجي نہ ويهي رهندا! خير ان ڳالهہ کي ڇڏيو ۽ اهو ٻڌايو تہ اوهين جنهن کي غيرمعياري ۽ ڇسو ادب چئو ٿا، اهو ڪهڙي زبان ۾، ڪهڙي ملڪ ۾ ۽ ڪهڙي دؤر ۾ اعليٰ ۽ ارفع ادب جي مقابلي ۾ گهٽ مقدار ۾ پيدا نہ ٿيو آهي؟ اوهين پنهنجي گريبان ۾ پڻ ڏسو تہ، اوهان وٽ هر روز هزارن بلڪ لکن جي تعداد ۾ واهيات، ردي ۽ بيڪار ڪتاب ڇپجن ٿا، ان جي ڀيٽ ۾ سنجيده ۽ معياري ادب جا ڪيترا نمونا سال ۾ ڇپجن ٿا؟ هلو اسان جو ادب بي ڪيف، بي مزي ۽ بي

روح آهي، پر اوهان جي ادب جي نالي تي تجارت ڪندڙادارن وانگر اسان ان ۾ زهر ۽ گپ جي ملاوت تہ نہ ڪئي آهي. اسان جا اديب هتي جي محنت ڪش جي زندگي بابت ۽ هتي جي قومي تعميري منصوبن بابت اڪثر ڪري لکن ٿا ۽ بعضي ڪاميابيءَ سان نٿا لکي سگهن، پر اوهان جي پيشيور اديبن وانگر ڏوهن ۽ ڏوهارين بابت، اميرن ڪبيرن جي ٺٽ ٺانگر ۽ ناز نخري بابت يا وري فحاشيءَ تي آڌاريل ادب تہ نٿا لکن.

”اوهين چئو ٿا تہ انقلاب کان پوءِ اسان ٽالسٽاءِ، دوستويفسڪي، چيخوف يا گورڪيءَ جهڙا وڏا اديب ڇو نہ پيدا ڪيا. اوهان جو چوڻ صحيح آهي. اسان انهن ويهن ٽيهن سالن ۾ ٽالسٽاءِ جهڙو وڏو اديب برابر پيدا نہ ڪيو پر اسان اهو ڪيو جيڪو اوهان هزار سالن ۾ نٿا ڪري سگهو. اسان وڏا پڙهندڙ پيدا ڪيا. گريٽ ريڊر پيدا ڪيا، جيڪي هاڻي اوهان جي معاشري ۾ ناهن ۽ نہ موجوده صورت ۾ ٿي سگهن ٿا. شيڪسپيئر اوهان جو اديب آهي، اسان جو نہ. پر اوهان پوين ٽن سوَن سالن ۾ هن جا جيترا ايڊيشن، جيتري تعداد ۾ ڇاپيا، اسان ان کان وڌيڪ گذريل ويهن سالن ۾ ڇاپي چڪا آهيون. اوهان وٽ اسڪول ۽ يونيورسٽيءَ کان ٻاهر شيڪسپيئر ڪي ڪير پڙهي ٿو؟ هتي هرڪو هُن کي سڃاڻي ٿو ۽ ٻي ڳالهہ تہ هومر هجي، يا شيڪسپيئر هجي يا ٽالسٽاءِ هجي، ڪٿي بہ پيدا ٿئي ۽ ڪنهن بہ دور ۾ پيدا ٿئي، اهو تہ هميشہ هڪ حادثو ٿي هوندو آهي. انڪري اهڙي جينئس جو پيدا ٿيڻ ڪنهن خاص ملڪ، سماج يا ڪنهن خاص دور جو ڪارنامو نہ. پر هڪ معجزو آهي ۽ جي اهڙا ماڻهو ڪٿي پيدائش کان انڪاري آهن تہ انهن ملڪن جو ڪهڙو ڏوهہ!“

ٽپهري ڏاري آءٌ ۽ سجاد ظهير اهرن برگ جي ڪمري ۾ داخل ٿياسين. وڏي اُڪير منجهان اسان سان مليو ۽ پوءِ فرانسيسي زبان ۾

خير خبر ڪيائين. پوءِ پڇيائين: ”ڪافي پيئندؤ؟“ ۽ پاڻ ئي معذرت ڪيائين: ”هونئن سچ پڇو تہ ڪنهن مهمان ڪان هن هوٽل ۾ ڪافيءَ جو پڇندي بہ ٿڪائي تي ٿئي، اها بہ ڪا پيئڻ لائق شيءِ آهي. رڳو هيءَ هوٽل ئي ڇا؟ ڪا بہ هوٽل هجي يا گهر هجي، روس ۾ اهڙي ئي ڪافي ملندي. اسان روسين کي اصل ۾ پن ڳالهين جي ساڃاهہ نہ آئي: هڪڙو تہ اسين سٺي ڪافي نہ ٺا ناهي سگهون ۽ ٻيو تہ هوٽلن لاءِ اسان کي سٺيون پينٽنگز ٺاهڻ بہ ڪو نہ آيون. هاڻي هي ڏسو پٽ تي ڇا لڙڪيل آهي!“ ڪمري جي ديوار تي ڪنهن سيڪڙات جي اهڙي ئي تصوير ٽنگيل هئي، جهڙيون اڪثر هوٽلن ۾ لڳل هونديون آهن. ڪنهن جهنگل، پهاڙيا ماٿريءَ جو منظر - اهرن برگ چيو: ”ڏسو نہ، هوٽل ۾ اوهين وڌ ۾ وڌ بہ چار ڏينهن مهمان ٿي رهندؤ پوءِ اوهان کي پنهنجي گهر موٽي وڃڻو آهي. انڪري اها عقل جي ڳالهہ آهي تہ هوٽل جي ڪمري ۾ اهڙي ڪا بہ وڻندڙ شيءِ نہ رکي وڃي، جنهن جي ياد اچي! ڇو تہ اوهين ان هوٽل ۾ وري ڪڏهن اچو يا نہ اچوءِ جي اچو تہ ضروري ناهي تہ اوهان کي ساڳيو ڪمرو ئي رهڻ لاءِ ملي. انڪري هوٽل ۾ موجود هر سامان، فرنيچر، توڙي ٿانوَ توڙي تصويرون سڀ غير ذاتي، اِمپرسنل، ڏاريائپ واريون هئڻ کپن. جيڪي ڪمري کان ٻاهر نڪرندي ئي اوهان کي وسري وڃن.“ ۽ پوءِ ڪجهہ ڪارائتيون ڳالهيون روس جي جديد ادب جي حوالي سان ٿيون. چوڻ لڳو: ”ڏسو ڀائو! انقلاب وقت اسان جي گهڻي آبادي اڻ پڙهيل هئي، هڪڙي هاري ۽ مزور، ڪتاب پڙهڻ تہ پري، ڪتاب کي ڪڏهن ڇهيو بہ ڪو نہ هو. انڪري اسان جي آڏو سڀ کان پهريون ڪم اهو هو تہ، پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن ۽ دانشورن کي وساري، پهرين پنهنجي اڻ پڙهيل مخلوق کي (جا اسان جي اصل قوم آهي) پڙهڻ جي لسٽ وٺايون. ان لاءِ لازم هو تہ اهي ڳالهيون لکون ۽ اهڙي انداز ۾ لکون، جن کي اهي سمجهي سگهن

۽ دلچسپيءَ سان پڙهي سگهن. اسان جو خيال هو تہ جيئن جيئن انهن جو تعليمي ۽ ذهني معيار وڌندو، تيئن تيئن انهن جو فني ۽ جمالياتي ذوق بلند ٿيندو. سو هڪڙو قصو ٿو ٻڌايان تہ اچ ڪان ڪي ٽيهہ سال پهرين آئون ۽ منهنجو هڪڙو دوست، جيڪو هتي جو چاتل سچاتل اديب آهي، هڪڙي ڪارخاني ۾ ڪنهن تقريب ۾ وياسين. معمول موجب تقريرون ٿيون ۽ نظم وغيره پڙهيا ويا. اسان ٻنهي بہ ڪجهہ ڳالهايو جڏهن اسين واپس اچي رهيا هئاسين تہ مون پنهنجي دوست کي چيو: ڏس! اسان جا اصل پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ تہ اهي آهن، اوهين انهن لاءِ ڪجهہ چو نہ ٿا لکو؟ تنهن تي هن چيو: "اهي منهنجي معيار کي نٿا رسي سگهن ۽ انهن جي سطح تي لهي مون لاءِ لکڻ ڏکيو آهي!" خير ڳالهہ آئي وئي ٿي وئي، پر ويجهڙائيءَ ۾ ٽيهن ٽيٽيهن سالن کان پوءِ منهنجو ان ساڳئي ڪارخاني ۾ وڃڻ ٿيو. ڏٺم تہ ڪارخاني جي لائبريريءَ ۾ ٻين ڪتابن کان سواءِ منهنجي ان دوست جا ڪتاب بہ رکيل هئا. مون انهن مان هڪ بہ ڪتاب ڪڍي پاسي ۾ بيٺل هڪ مزور کي ڏيکاريندي پڇيو:

" هِنن جي باري ۾ تنهنجو ڇا خيال آهي؟" مزور وراڻيو:" ڪتاب تہ خير ٺيڪ آهن، پر اهي اسان جي معيار جا ناهن." هڪ ٻيو مثال وٺو اڄڪلهہ اسان جي سوويت اديبن جي انجمن کي بہ مسئلا آڏو آهن: "هڪ مسئلو تہ آهي ڪاغذ جي اڻاٺ جو ۽ ٻيو مسئلو آهي اليا اهرن برگ. انڪري اڄڪلهہ اسان جي اڻبڻت آهي، پر ان هوندي بہ ڪجهہ ڏينهن پهرين منهنجي آتم ڪهاڻي ٻن جلدن ۾ ڏهن لکن جي تعداد ۾ ڇپي آهي. جڏهن ان جي ڇپائي ۽ دڪانن تي پهچڻ جي تاريخ جو اعلان ٿيو تہ هڪ رات پهرين ماڻهو ڪتابن جي دڪانن تي قطارن ۾ اچي بيهي رهيا ۽ اهو سلسلو تيستائين هليو جيستائين ڪتاب ختم نہ ٿي ويو."

## 3. سارتر

اهرن برگ کان موڪلائي اسين سارتر جي ڪمري ۾ وياسين. ڪانفرنس ۾ ڪيس اسين ڏسي چڪا هئاسين، پر ڪنهن سڀبان آءُ سندس تقرير نہ ٻڌي سگهيو هوس. شڪل صورت ۾ سارتر، اليا اهرن برگ کان بنهہ مختلف ڏسڻ ۾ آيو: ننڍڙو قد، گول مٽول، خوش و خرم، صحتمند. ڦڙت ۽ هڪڙي اک ۾ ڪجهہ نقص اٿس، انڪري ٿلهو چشمو سدائين پاتل هوندو اٿس. ڏسڻ ساڻ ڪو بہ ڪو نہ چئي سگهندو تہ هي ڪو عظيم مفڪر يا ڪو وڏو اديب آهي. ڏسي لڳي ٿو ڄڻ ڪو بينڪر يا ڪو ڪاروباري ماڻهو هجي. هن جا گهڻو ڪري سيئي ڪتاب انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿي چڪا آهن ۽ اسان وٽ آسانيءَ سان ملن ٿا. ان کان سواءِ اولهہ جي گهڻن تنقيدي ڪتابن ۾ سندس تذڪرو آهي ۽ سندس زال تہ نہ چوڻ کپي، پر رفيقہ حيات سمون دبووآ جي ڪتابن ۾ پڻ هن جي شخصيت جون گهڻيون ئي جهلڪيون اسين ڏسي چڪا آهيون. انڪري ساڻس ملي اسان کي اجنبيت جو احساس نہ ٿيو. ٿوري دير کان پوءِ سمون دبووآ بہ اسان سان اچي ملي. هوءَ ويندڙ وهيءَ جي هڪ خوش لباس، خوش وضع ۽ طرحدار خاتون هئي. سارتر جو شروعات ۾ نالو تہ وجوديت جي فلسفي جي حوالي سان ٿيو هو پر پوءِ ٻي مهاڀاري جنگ جي تجربن، ويٽنام ۽ الجزائر جي آزاديءَ جي جنگ سندس نظرين کي ڪافي حد تائين بدلائي ڇڏيو. خاص ڪري الجزائر ۾ فرانس جي جارحيت جي خلاف الجزائر جي مجاهدن جي بهادريءَ سان قلمي ۽ عملي حمايت ۾ مهم هلائڻ سندس هڪ ساراهہ جوڳو عمل هو ۽ ان جي ذڪر سان ئي اسان جي ڳالهہ ٻولهہ شروع ٿي.

سارتر چيو: "ٻن ٽن سو سالن کان سيني مغربي ملڪن تي

فتحمندي جو نشو چڙهيل هو ان وچ ۾ انهن جون پاڻ ۾ جنگيون هارائڻ توڙي کٽڻ جو سلسلو هلندو رهيو هو پر انهن لڙاين ۾ ڪڏهن به هارائڻ واري پنهنجي هار کي نه مڃيو ۽ اهي ان جي ذميواري سدائين غلطيءَ ڪندڙ سياستدانن تي، نالائق جرنيلن تي يا وري يهودي سرمائيدارن ۽ پرڏيهي ايجنٽن تي وجهندا رهيا هئا. انڪري ان فتح ۽ شڪست سان انهن جي انا ۽ احساس برتريءَ ۾ ڪو فرق ئي نه آيو. انهن جو اهو تڪبر ۽ اهنڪار صرف تڏهن تڪرا تڪرا ٿئي ها جڏهن ڪين ڪنهن اهڙي دشمن هٿان شڪست ملي ها، جنهن جو قومي ۽ انساني وجود اهي تسليم ئي نٿا ڪن، يعني ايشيا ۽ آفريڪا جي ڪنهن پنتي پيل ملڪ جي محڪوم عوام هٿان! انڪري آءٌ سمجهان ٿو ته ويتنام ۽ الجزائر جي جرئت پسند بهادرن پنهنجي فتحمنديءَ سان رڳو پنهنجي ئي سرزمين تي نه، پر فرانس ۽ آمريڪا تي به وڏو احسان ڪيو آهي. جي ائين نه ٿئي ها، ته فرانس جي ماڻهن کي پنهنجي ضمير جي صفائيءَ جي معاملن ۾ اڃا الاءِ ڪيترا ڏينهن لڳن ها. اوهان وٽان انگريز بنا لڙائيءَ جي واپس هليو ويو ته، هن توهان تي ياخود پنهنجن ماڻهن تي ڪو احسان ڪو نه ڪيو بلڪه پنهي سان ڌانڌلي ڪئي آهي. جيڪڏهن هو اوهان کي به ڪو جهاد جو موقعو ڏئي ها ته شايد اول ته اوهان جي هڪٻئي سان اها رت جي راند نه ٿئي ها ۽ ٻيو ته اوهان جي عوام کي پڻ پنهنجي جگر جي چاڻ پوي ها ۽ هٿن ۽ ٻانهن جي ٻَل جو صحيح اندازو ٿئي ها، پوءِ انگريز عوام اوهان کي پاڻ کان برتر نه ته به برابر جي مخلوق سمجهي ها. خير ڇڏيو اهي ڳالهيون، پر نج ادبي لحاظ کان ڏسجي ته ان خونريزيءَ سان پيريل جنگ کان پاڻ بچائي اوهان ڪيترن عظيم ادبي شاهڪارن کان محروم رهجي ويا.“ پوءِ پاڻ ئي پنهنجي ڳالهه ڪٽيندي چيائين:” نه، اها ڳالهه ناهي، منهنجو مطلب اهو بنهه ناهي ته وڏو ادب رڳو جنگ،

جهيڙي ۽ رتوڇاڻ سان ئي پيدا ٿيندو آهي، ڇوڻ جو مطلب اهو آهي تہ سگهارو ادب پيدا ڪرڻ جي لاءِ سدائين ڪو همٿ ۽ شجاعت ڀريو موضوع کپي، جنهن ۾ ماڻهو پاڻ کان ڪنهن وڏي طاقت سان مقابلو ڪري. هاڻي يوناني زماني جا ديوي، ديوتائون ۽ سندن ڪارندا تہ آهن ڪونہ. جن سان پراڻي زماني جا هيرو مقابلا ڪندا هئا. هاڻي تہ اها لڙائي رڳو سياسي، سماجي ۽ اقتصادي طاقتن خلاف ئي ٿي سگهي ٿي. بک، غربت، جبر ۽ تشدد، گڏيل ڏک ۽ غم ۽ ان لاءِ گڏيل جدوجهد ۽ ڪوشش، عذاب ۽ نجات، ايثار ۽ استحصال. اهي موضوع جيڪڏهن ڪنهن اديب کي ملندا بہ تہ ايشيا ۽ آفريڪا جي سرزمين تي ملندا يا وري ٿوري مختلف صورت ۾ سوشلسٽ ملڪن وٽ. جتي انسان انسان سان نہ، پر فطرت سان، نيچر سان وڙهي رهيو آهي. هن ڪائنات جي تسخير کان وڏو پيو ڪهڙو موضوع ٿي سگهي ٿو! اسان وٽ يورپ ۾ يا ٻين مغربي ملڪن وٽ هاڻي لکڻ جي لاءِ ڇا رهجي ويو آهي؟ بک، بيماري، غربت، غلامي اهو سڀڪجهہ تہ اسين پويان ڇڏي آيا سين. هاڻي اسان وٽ فتح ڪرڻ لاءِ ڪو بہ نئون ڪنڊ آهي ئي ڪونہ! پنهنجن ملڪن جا سيئي ڪنڊون پاسا اسين لتاڙي چڪا سين، ڪو وڏو موضوع اسان کي ملي ئي نہ ٿو! طبقاتي ڪشمڪش جي تاڻ فلاحي نسخن ڍري ڪري ڇڏي آهي. هاڻ تہ بس رڳو اهو ئي بچيو آهي تہ اديب: لاشعور ۽ جنس جي سينواريل ڏٻي تي وينو ڪريل جذبن جي ٻجر ڪينئن جو پيو شڪار ڪري يا وري خلائن ۾ ماورائي مخلوق جي مفروضن پويان پيو خيالي گهوڙا ڊوڙائي. اهو ٺيڪ آهي تہ جنهن کي سوچڻ ۽ لکڻ جو ڏانءُ اچي ٿو، اهو انهن بابت بہ سئو ڪتاب تيار ڪري سگهي ٿو ۽ سئا ڪتاب لکجن پيا، پر انهن مان ڪنهن بہ ڪتاب کي اوهين هومر، شيڪسپيئر يا ٽالسٽاءِ جي مقابلي ۾ نٿا رکي سگهو. البت فن ۽ ٽيڪنيڪ ۾ گهڻا تجربا پيا

ٿين، ترقي بہ ٿي رهي آهي، پر ان معاملي ۾ اوهين گوڏن ڀر پيا گِسڪو.
اهو انڪري جو اوهان جي ابن ڏاڏن جي ادبي روايتن کي ته اسان اڳتي
هلڻ ڪو نہ ڏنو ۽ اوهان کي نہ چاهيندي بہ اسان جي اسلوب جي ابجد
کان شروعات ڪرڻي پئي. ڪي ان تي قدرت بہ حاصل ڪري ويا، پر
اهي ٻنهہ ٽورائيءَ ۾ آهن، ٿي سگهي ٿو ٻين گهڻن ۾ وڏيڪ صلاحيت
هجي، پر اهي انڪري لکي نہ سگهيا جو کين اعليٰ تعليم جون
سهولتون حاصل نہ هيون. سو موجوده صورتحال هيءَ آهي تہ
ٽيڪنيڪ اسان وٽ آهي، موضوع اوهان وٽ آهن ۽ جيڪو ڪمال
جو صاحب انهن ٻنهي کي ملائيندو سو ئي هن صديءَ جو هومر،
شيڪسپيئر يا ٽالسٽاءِ ٿيندو.“

اسان مان ڪنهن پڇيو:” شيڪسپيئر يا ٽالسٽاءِ تہ جڏهن پيدا
ٿيندو تڏهن ٿيندو پر اوهان جي ادب جي نظرئي ۾ عاشقاڻي ادب ۽
غنائي ادب لاءِ بہ ڪا جاءِ آهي؟“ چيائين: ”چونہ، اها تہ هر دل جي
فطري تقاضا آهي، جنهن جي تسڪين لازمي آهي، پر اهو تہ پيچرو
آهي، شاهراهہ تہ ناهي. ادب جي شاهراهہ جا ڪنهن دور ۾ اُن کي
هڪڙي منزل کان ٻي منزل تائين پهچائيندي آهي، ان دور جي ذهني،
فڪري، جذباتي ۽ اخلاقي افق تائين! قبائلي دور جي شاعر کي
پنهنجي قبيلي جي قصن، واقعن ۽ تجربن جي ڄاڻ کان سواءِ وڌيڪ
ڪجهہ بہ ڄاڻڻ جي ضرورت نہ هئي. ان عهد جي تقاضا بس ايتري
هئي، پر اڄڪلهہ جو اديب جيڪڏهن انساني معاشري جي تاريخ،
معاشيات ۽ جدليات بابت ڪجهہ نٿو ڄاڻي تہ عصري حقيقتن بابت
هن جو جذباتي ۽ جبلي رد عمل ڪيترو بہ صحيح ڇو نہ هجي، هن کي
ٻاهرين دنيا تہ ڇا، خود پنهنجي اندرين دنيا جي ڪوٺي ڪري جو بہ پوريءَ
ريت اندازو ڪو نہ ٿي سگهندو ۽ تذبذب ۽ بي يقيني هن جي تحريرن
۾ بہ ملندي.“

# 4 . سليمانوف

1972ع ۽ 1973ع ۾ مون کي ٻه ڀيرا آلماتا وڃڻو پيو. جيڪو قازقستان جمهوريه جي گاديءَ جو هنڌ آهي. اتي ئي قازقستان جي معروف ۽ مقبول شاعر اولجزعمر سليمانوف (سليمان) سان ملاقات ٿي. ان ڪانفرنس کان پوءِ هڪ طويل ۽ دکدائڪ سفر ۾ به سنڌس ساٿ رهيو جڏهن سيد سجاد ظهير ڪانفرنس هلندي، اسان کان هميشه لاءِ ڌار ٿي ويو ۽ اسين سنڌس ميت کي دفنائڻ لاءِ آلماتا کان دهلي پهتاسين. سليمان هڪ سهڻو ۽ کلمک جوان آهي. اجا عمر جا چاليهه سال به پورا ڪونه ڪيا اٿئين، پر علم، فن ۽ ادب جي انيڪ شعبن ۾ نالو ڪمايو اٿئين. قازقستان جي رياستي يونيورسٽي مان پهرين جيالاجي جي تربيت حاصل ڪيائين، پوءِ ماسڪو ۾ ادبيات جو استاد ٿي رهيو. قازقستان جي زبان ۽ تاريخ تي تحقيق ڪيائين، ڪجهه عرصو قازقستان جي سرڪاري فلم اسٽوڊيو ۾ ڪم ڪيائين ۽ دستاويزي فلمون ٺاهڻ سان گڏوگڏ، فلم مئگزين جي ادارت به ڪيائين. پوين صفحن ۾ جن دوستن بابت مون لکيو آهي، اهي سڀ ڳالهيون منهنجيون ئي آهن، پر سليمان جي باري ۾ ڪجهه خيال سنڌس ئي لفظن ۾ آهن:

”ترڪ خانه بدوش قبيلن مان قازق سيني کان پچاڙي ۾، يعني هن (ويهين) صديءَ ۾ ئي لڏپلاڻ ڇڏي، وسنديون آباد ڪري رهڻ سکيا.اسين سدائين اولهه ۽ اوڀر جي چار ۾ ڦاٿل رهياسين، ان ئي سبب جي ڪري اسان جي ثقافت قديم ۽ جديد جو سنگم آهي ۽ اسان جي روزاني زندگي مشرق ۽ مغرب ٻنهي کان متاثر آهي. اسان جي ثقافت ۾ ترڪن جي روايت پرستي، ٻڌن جو گيانُ ۽ ڌيان، مسلمانن جي اجتماعيت ۽ يورپين ماڻهن جي انفراديت، سڀڪجهه

شامل آهي. مون کي تاريخ سان عشق آهي، پنهنجن ابن ڏاڏن جي تاريخ جي انهن ابتدائي روايتن جي کوج ۾ آهيان جيڪي ڪنهن بہ دستاويز ۾ محفوظ ناهن، پر جن کي ڇاڻ بنا، انساني برادريءَ جي مختلف شاخن جي هاڻوڪن ۽ ايندڙ رشتن بابت ڪو بہ صحيح تجزيو نہ ٿو ٿي سگهي. انڪري مون کي انهن شعرن جي تلاش آهي، جيڪي لکيا نہ ويا آهن. اهي تحريرون پيو ڳوليان جن جو نشان ئي ناهي. اهي خطبا جيڪي پڙهيا نہ ويا. پنهنجي ماضيءَ ۾ انهن کي ڳوليان ٿو جيئن حال جي زبان ۾ پيهر انهن کي ادا ڪري سگهان.“

”اسان جي دؤر ۾ هڪ قازق کي مجبوريءَ وچان هڪ سائنسي محقق بڻجڻو پيو انڪري جو ڪاروان جي پڇاڙڪي اٺ کي سڀ کان گهڻو بوجهہ کڻڻو پوي ٿو قافلي وارا رستي ۾ جيڪو ڪجهہ بہ ڪيرائيندا هلندا آهن، سي سڀ پريون ان آخري اٺ تي لڏيندا ويندا آهن. هونئن بہ آءٌ سمجهان ٿو تہ هر نسل کي اهڙي ئي سرگرمي ۽ دلچسپيءَ سان سڀ ڪم ڪرڻ کپي، ڇڻ تہ اهي سنڌن قبيلي جو آخري نسل آهن. اسان کي شعوري طور تي انهن سمورين سچائين جي ذميواري قبول ڪرڻ کپي، جن کي سمجهڻ ۽ قبول ڪرڻ لاءِ اسان جي بي فڪرن ابن ڏاڏن کي نہ تہ فرصت هئي ۽ نہ ئي دماغ. انڪري ئي اسان کي ڪڏهن ڪڏهن اهڙين ڳالهين لاءِ وقت ڏيڻو پوي ٿو جيڪي بظاهر بنهہ بي مقصد ۽ بيڪار آهن. انڪري ئي اسين اسڪينڊي نيويا جي قديم تحريرن جو تفصيل طلبيون ٿا. بابل ۽ سمير جي آثارن جو مطالعو ڪريون ٿا، ”موهن جو دڙو“ جي ڪتبن جي معنيٰ ڳوليون ٿا.“

”ڪنهن بہ شاعر جي ڪلام کي ان مان نہ جاچڻ کپي تہ هن جي شعرن/سٽن جو تعداد ڪيترو آهي؟ پر ان مان تہ، هُن پنهنجي شاعريءَ مان خود ڪيترو سرور حاصل ڪيو. اسين ڪنهن شاعر کي

نئا چئي سگهون تہ هِن موضوع تي يا فلاٽي خيال تي، اهڙي نموني جو شعر لکي ڏي، اُن کي تہ هزارين ذرن ذرن مضمونن، خيالن ۽ واقعن مان هو پاڻ چونڊيندو آهي تہ هن کي جيڪي وڻي، تنهن جا هو ڳڻ ڳائيندو وتي.“

## 5. چنگيز اتماتوف

چنگيز اتماتوف سوويت يونين جو معروف ۽ مقبول ترين نثر نويس آهي. هن جا افسانوي ڪتاب: ”الوداع گل سراءِ“، ”جميلہ“، ”مدرس“، ”اڇو جهاز“، سوويت يونين جي مختلف زبانن کان سواءِ ڪيترين ئي يورپي ۽ ايشيائي ٻولين ۾ ڇپجي چڪا آهن. ”الوداع گلِ سراءِ“ جو اردوءَ ۾ ترجمو رضيہ سجاد ظهير ڪيو آهي ۽ جو دهليءَ مان ڇپجي چڪو آهي ۽ اهو پاڪستان ۾ پڻ ڇپجي رهيو آهي. چنگيز جمهوريہ قرغزستان جو رهاڪو آهي. هو قرغز ۽ روسي ٻنهي زبانن ۾ گهڻي مهارت سان لکي ٿو هن کي لينن انعام ۽ ٻيا ڪيترائي انعام ملي چڪا آهن. سپريم سوويت ڪائونسل جو رُڪن آهي. فلمي ڪارڪنن جي انجمن جو......، قرغز اديبن جو سربراهہ ۽ ننڍي عمر هئڻ جي باوجود سوويت يونين جي ادبي ۽ سياسي حلقن معتبر حيثيت رکي ٿو.

بہ چار سال پهرين ماسڪو ٽيليويزن منهنجي هوٽل ۾ سندس هڪ مفصل انٽرويو جو اهتمام ڪيو هو جيڪو هيٺ ڏجي ٿو:

فيض: ناظرين آءٌ پنهنجي هوٽل جي ڪمري ۾ اوهان سان مخاطب آهيان. جيئن تہ اوهان جي علم ۾ آهي تہ سوويت يونين ۾ گهڻيون ئي قومون آهن، گهڻيون ئي ٻوليون رائج آهن. هر زبان جو پنهنجو مخصوص ادب آهي. اسين اجنبي ماڻهو جڏهن سوويت ادب

بابت سوچيون ٿا تہ اسان جون اکيون هتي جي ڪلاسيڪي ادب تي اٽڪي ٿيون پون، يا وري انهن چند انقلابي اديبن بابت سوچيون ٿا، جن روسي زبان ۾ لکيو آهي ۽ ٻاهرين دنيا ۾ پڻ سڃاتا وڃن ٿا. اڄوڪي ٽي وي پروگرام جو مقصد اهو بہ آهي تہ هن وسيع سرزمين جي ڪن سٺن اديبن سان اوهانجو تعارف ڪرائجي. اڄ آءٌ اوهان کي هڪ اهڙي ئي روشن خيال اديب سان ملائڻ ٿو چاهيان جنهن جو تعلق قرغز جمهوريہ سان آهي، سو هن جو نالو آهي چنگيز اتماتوف. جنهن کي ”لينن انعام“ بہ ملي چڪو آهي. هو سپريم سوويت ڪائونسل جو رڪن آهي. سوويت يونين جي هر علائقي سان ڪيترن ئي ٻاهرين ملڪن ۾ پڻ مقبول آهي ڇو تہ انهن ٻولين ۾ هن جا ترجما پڻ ٿي چڪا آهن.

ها تہ چنگيز صاحب، اڄوڪي گفتگوءَ جو آغاز هڪ اهڙي سوال ڪانڪريون ٿا. جيڪو ممڪن آهي تہ سوين ڀيرا اوهان کان پڇيو ويو هجي، جنهن جو اطمينان جوڳو جواب مشڪل سان ئي ڏئي سگهجي ٿو پر اهڙي قسم جا پروگرام اهڙن ئي سوالن سان شروع ٿين ٿا. تہ توهان اديب ڪيئن ٿيا؟ يعني تہ اوهان کي سڀ کان پهرين اديب بڻجڻ جي تمنا ڪڏهن پيدا ٿي؟ آسپاس جي مشاهدي کان پوءِ، ڪتابن جي مطالعي کان پوءِ يا ڪنهن خاص سماجي ۽ معاشرتي صورتحال جي ڪري اها تحريڪ پيدا ٿي؟

چنگيز: آءٌ ڳالهہ سمجهي ويس، لکڻ جو جذبو ڪيئن اڀري ٿيندو آهي ۽ منهنجي پنهنجي ذهن ۾ اهي جڙون ڪٿي آهن - دلچسپ موضوع آهي. جيتوڻيڪ پنهنجي انهن ڏسندڙن آڏو پنهنجي ئي ڳالهہ ڪرڻ ڪجهہ اشتهاربازي ٿي لڳي. بهرحال اسين بہ ڪجهہ ٻڌون ها جيڪڏهن اهوئي سوال آءٌ اوهان کان ڪريان ها تہ اوهين هيڏا وڏا شاعر ڪيئن بڻجي ويا. آءٌ نٿو سمجهان تہ اهو ڪو فوري يا بيچينيءَ

وارو عمل هوندو آهي. اوهان جي نندپڻ کان ئي هن پاسي دلچسپي
رهي هوندي، هڪ طرح جو اندروني دٻاءُ هوندو آهي جيڪو سمورن
روحاني محرڪن کي هڪڙي ئي نقطي تي آڻي بيهاريندو آهي.
جيڪو شاعريءَ ڏانهن ئي ويندو آهي. آءٌ تہ شاعر ناهيان، نثر نويس
آهيان ۽ منهنجو واسطو رڳو روزاني زندگي سان آهي. ڏور پري جي
ڳالهين سان منهنجو ڪو واسطو ناهي، پوءِ بہ آءٌ سمجهان ٿو تہ ڪو
شاعر هجي، ڪين نثرنويس، ٻنهي ۾ پنهنجي تخليقي صلاحيتن کي
ڪتب آڻڻ جو عمل فطري ۽ مشترڪ آهي. ان ۾ ٻيا بہ ڪيئي عوامل
شامل آهن، مثال طور ڪنهن جو نندپڻ ڪيئن گذريو؟ هن ڇا پڙهيو؟
ڪهڙن ماڻهن سان سندس واسطو پيو؟ ۽ ڪهڙين حالتن ۾ اسان جي
پالنا ٿي؟ مثال طور مون کي پنهنجي ڏاڏي امان بابت ڳالهائڻ سٺو
لڳندو آهي، هوءَ صحيح معنيٰ ۾ هڪ دانشمند ۽ سمجهو سياڻي
عورت هئي. هن کي تہ ان جي خبر ناهي پر ادب سان منهنجي
دلچسپيءَ جو ڪارڻ اها ئي بڻي. هوءَ قصا، ڪهاڻيون، پروليون ۽
ڪيئي نقل نظير اسان کي ٻڌائيندي هئي. هن کي گهڻيون ئي شيون
ياد هيون، جيڪي هوءَ هر ڪنهن کي ٻڌائيندي هئي ۽ خاص ڪري
پنهنجي پوٽي کي، يعني مون کي. پوءِ منهنجي نندپڻ جو پڇاڙڪو ۽
جوانيءَ جو اوائلي زمانو هو جڏهن مهاڀاري لڙائي لڳي. اوهان کي اهو
ٻڌائڻ جي ضرورت ناهي تہ اسان جي سرزمين، اسان جي قوم ۽ اسان
جي سماج لاءِ اهي ڪيڏا نہ ڏکيا ۽ آزمائش جا ڏينهن هئا. مون انهن
ڏينهن ۾ پنهنجن ئي ماڻهن کي ڊرامائي صورتن ۾ دکدائڪ واقعن مان
گذرندي ڏٺو. ان سان گڏوگڏ شجاعت ۽ انتهائي بهادريءَ جا انيڪ
ڏيک بہ ڏٺم. هڪ پوري قوم جي گڏيل بهادريءَ جي مظاهري تي ڪير
آهي جو متاثر نہ ٿيندو! سو مطلب تہ جيڪو ڪجهہ بہ ڏٺو اٿم، جيڪو
ڪجهہ بہ محسوس ڪيو اٿم، سو سڀ لکي ڇڏيم. ان سان گڏوگڏ

ادب پڙهڻ جو اثر پنهنجي جاءِ تي آهي. اسين سوويت سرزمين تي رهون ٿا. انڪري روسي ادب ته ننڍپڻ کان ئي وٺي پڙهيو آهي. ڪلاسيڪي ادب، ته جديد ادب به ۽ اهو ته اوهين به ڄاڻو ٿا ته اسين ماڻهو پڙهڻ جا ڪيڏا شوقين آهيون. روسي زبان ذريعي اسين سموري عالمي ادب جو مطالعو پڻ ڪري سگهون ٿا. انڪري اهو سمجهو ته جنهن ادبي تک وٽان پِڪ پيتي آهي، ان ۾ اسان جو لوڪ ادب به شامل آهي ته روسي ادب ۽ عالمي ادب پڻ.

فيض: ڇا اهو چوڻ صحيح ٿيندو ته اوهان جي لوڪ ادب جي روايت ته زباني هلي آهي ۽ سينه به سينه هلي آهي، پر اوهين پنهنجي زبان جا اهي پهريان اديب آهيو جنهن پنهنجي ٻوليءَ ۾ جديد ادب جي تحريري روايت وڌي آهي ۽ پنهنجي ٻوليءَ جي اديبن جي پهرين صف ۾ آهيو؟

چنگيز: ادا، ڪنهن پراڻي روايت کي زنده رکڻ هڪ نئين روايت پيدا ڪرڻ کان وڌيڪ بهتر آهي، انڪري آءٌ پنهنجن انهن سمورن وڏڙن جو شڪر گذار آهيان، جن منهنجي پيدائش کان پهريان تحريري ادب لاءِ راهون هموار ڪيون.

آءٌ سمجهان ٿو ته جيڪو به ماڻهو پيدا ٿئي ٿو ان کي اهو موقعو ملڻ کپي ته هو هڪ مڪمل شخصيت بڻجي سگهي. هن جي زندگيءَ ۾ ۽ هن جي زندگيءَ کان پهريان ئي جيڪي دل کي ڇهندڙ ۽ چڱيون شيون تخليق ٿيون آهن، هو انهن مان وڌيڪ فائدو حاصل ڪري سگهي، پر انيڪ تاريخي ۽ سماجي سببن جي ڪري ڪيترائي ماڻهو اڻ پڙهيل رهجي ويندا آهن. جنهن جو مون کي گهڻو ڏک آهي. جيڪڏهن مون اهو ڪجهه نه پڙهيو هجي ها، جو مون پڙهيو آهي ۽ جيڪر آءٌ اهو سڀ نه ڄاڻان ها جيڪو مون سکيو آهي ته مون کي ايڏو ڏک نه ٿئي ها. پر اهو ڄاڻندي ته روحاني لذت جا ڪيڏا ذخيرا ۽

ذهني آسودگيءَ جي انيڪ شين کان هتي جا ڪيڏا ماڻهو محروم رکيا ويا آهن، تہ ان تي مون کي وڏيڪ ڏک ٿئي ٿو.

فيض: اها تہ اوهان جي ۽ منهنجي ڏکوئجڻ جي ڳالهہ ناهي، اها تہ اسان جي تاريخ آهي ۽ اسان جي وڏن جو ورثو آهي. اڄ کان ٽيهہ چاليهہ سال اڳ، ٽين چوٿائين پتيءَ جيتري دنيا کي سامراجي حڪمرانن جي غلاميءَ جو ڳٽ ڳچيءَ ۾ پاتل هو. ڏيڍ ٻڙن ڪن ملڪن، ويجهڙائيءَ ۾ آزاد ۽ خودمختيار حيثيت سان نئين سنئين جنم ورتو آهي. هتي ماڻهن جي تہ جهڙوڪر پهريون پيروئي اک کلي آهي ۽ اهي ماڻهو علم ۽ فڪر جي حسناڪين ۽ پنهنجي دنيا جي حسن ۽ حقيقت کي پهريون پيرو ڄاڻي رهيا آهن. انهن ملڪن جا اديب گهڻي خلوص منجهان اهوئي چاهين ٿا، تہ سندن عوام سموري دنيا جي علم ۽ ادب بابت ڄاڻن، پر ان لاءِ رڳو خلوص ۽ جذبو ڪافي ناهي. ان لاءِ ايترا وسيلا ۽ ذريعا بہ کپن، جيڪي اوهان وٽ تہ موجود آهن، پر غريب ملڪن ۾ موجود ناهن، ان جي باوجود بہ اها گهڻي خوشيءَ جي ڳالهہ آهي تہ ان عمل جي ابتدا ٿي چڪي آهي. سموري دنيا جا اديب ۽ شاعر هڪ ٻئي سان ملي رهيا آهن، متعارف ٿي رهيا آهن، مثال طور رسول حمزه جي شاعري اسان وٽ ترجمو ٿي چڪي آهي. اوهان جي ڪتاب جو ترجمو بہ جلد ئي پڌرو ٿيندو. ضرورت هن ڳالهہ جي آهي تہ ان لاءِ سڀ ماڻهو گڏجي ڪوشش ڪن. انهيءَ علم جي دولت جو جيترو بہ حصو اسين پنهنجن ماڻهن تائين پهچايون. سموري دنيا جي اديبن ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ رابطو تہ پيدا ٿي چڪو آهي، انڪري اسان کي غمگين ٿيڻ بدران پُراميد ٿيڻ گهرجي تہ روشني پکڙجڻ لڳي آهي.

فيض: هينئر آءٌ اوهان کان هڪڙو ٻيو سوال ڪرڻ چاهيندس تہ اوهان جي ناولن ۾ مون کي هڪڙي دلچسپ شيءِ نظر آئي آهي. اها

هيءَ آهي تہ اوهان غيرجاندار شين جيئن پهاڙ درياهہ ۽ جهنگل آهن، اوهين انهن کي جاندار ٻڌائي پيش ڪريو ٿا. بي شعور جانورن کي انسان وانگر سوچيندي ۽ شين کي محسوس ڪندي ڏيکاريو پيا. مغربي ادب ۾ تہ اهڙو ڪو بہ مثال نٿو ملي. پڇڻ اهو ٿو چاهيان تہ ڪردارنگاريءَ جو اهو پهلو اوهان جي روايت ۾ شامل آهي يا اوهان جي پنهنجي ايجاد آهي؟

چنگيز: منهنجي خيال ۾ اهو گهڻي حد تائين ان شاعراڻي روايت سان تعلق رکي ٿو جيڪا اسان کي سُتيءَ ۾ ملي آهي يا ائين چئو تہ جمالياتي حقيقتن جو ادراڪ اسان جو قومي ورثو آهي. هونئن بہ اها حقيقت آهي انساني ذهني ارتقا جي هڪڙي منزل تي ڌرتي، آڪاس، پاڻي هر شيءِ کي انساني رنگ ۾ ڏسندي، انهن کي اسين ديوي ديوتا ٻڌايو ڇڏيون. جنهن جي سيني کان ابتدائي صورت ڌرتي ۽ پاڻيءَ جي پوڄا آهي. ان کان پوءِ فطرت جا پيا مظهر بہ انساني روپ ڌارين ٿا. مثال طور اسان وٽ هڪ قديم قصو آهي جنهن ۾ هڪ شڪاري هڪ علامتي جانور ”خاڪي ٻڪري“ جي ڏيءَ تي عاشق ٿي پوندو آهي جيڪا هڪ سهڻي ڇوڪري ٻڻجي ويجي ٿي، پر اُها جڏهن بہ چاهي ٿي تہ پيهر ٻڪري ٻڻجي ويجي ٿي ۽ ڪوشش ڪري ٿي تہ شڪاري کي ريهي ريبي جهنگ ۾ وٺي وڃي! ذهن ۾ اهو رکڻ کپي تہ اسانجا ماڻهو جڏهن بہ اهو قصو ٻڌن ٿا تہ هو ان کي بلڪل سچ سمجهن ٿا ۽ انهن کي هن ۾ ڪا بہ غيرفطري ڳالهہ نہ ٿي لڳي. آءٌ حقيقت پسنديءَ جي جديد اسلوب کان واقف آهيان، پر آءٌ سمجهان ٿو تہ حقيقت نگاريءَ ۾ گهڻيون اهڙيون ڳالهيون بہ شامل ڪري سگهجن ٿيون جيڪي بظاهر غيرحقيقي آهن يا حقيقت کان پري لڳن، پر پوءِ بہ حقيقت نگاريءَ جو حصو آهن. جيئن مون پهرين بہ عرض ڪيو تہ مون روسي ادب ۽ عالمي ادب مان گهڻو ڪجهہ ڇاتو

آهي، پر فقط ادب يا تجربي مان ڪجهہ حاصل ڪرڻو ئي نہ هوندو آهي، پر ان بنياد تي اسان کي پنهنجي تخيُل ۽ احساس جي سگهہ جي زور تي ڪنهن منفرد تخليق کي وجود ۾ ڏيڻو هوندو آهي. مثال طور اوهين ڏسندؤ تہ منهنجي نثر ۾ هڪ لئي آهي، آهنگ ۽ ردم آهي جيڪو اسان قرغزن جي ڳالهہ ٻولهہ ۾ عام طرح موجود آهي. انڪري ئي اسانکي شاعريءَ جو قيمتي خزانو ورثي ۾ مليو آهي، جنهن جو ترجمو ڪرڻ ڏکيو آهي، انڪري اهو ٻين ماڻهن تائين پهچي نہ سگهيو. ان جو هڪڙو مثال، اسان جو هڪ ڪلاسيڪي قصو "ٿاناس" آهي، جيڪو هتي جي عوام کي حفظ آهي، ٿوڙي جو اُن ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڏهہ لک باقافيہ شعر آهن. مون ٻين زبانن جا ايپڪ قصا بہ پڙهيا آهن، پر آءٌ سمجهان ٿو تہ اهو عالمي ادب جو هڪ شاهڪار رزميہ آهي. اوهان جي قديم شاعريءَ ۾ بہ ڪجهہ اهڙيون تخليقون هونديون، انهن کي بہ عالمي ادب ۾ سندن جوڳو مقام ملڻ کپي.

فيض: آءٌ اوهان جي ڳالهہ ڪتيان ٿو پر اوهان يا اوهان جي ٻئي ڪنهن اديب ان قصي کي ڪنهن ٻي زبان ۾ ترجمي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي؟

چنگيز: اسان جا گهڻا اديب جن ۾ آءٌ بہ شامل آهيان، ان ڪوشش ۾ آهيون تہ ان قصي کي منظوم ۽ باقافيہ ترجمو ڪجي، هونئن شاعري منهنجي دسترس ۾ ناهي.

فيض: چڱو هڪڙي ٻي بہ ڳالهہ ٻڌايو. مون کي خبر آهي تہ اوهين روسي، قرغز ٻنهي ٻولين ۾ لکو ٿا. گهڻا ملڪ، جن ۾ منهنجو ملڪ بہ شامل آهي، هڪ عام مسئلو آهي، تہ اديب روزاني زندگيءَ ۾ ڪا ٻي ٻولي ڳالهائي ٿو يعني پنهنجي مادري ٻولي لکڻ ۾ هڪ ٻي ٻولي، جيڪا هن تعليم ۽ مطالعي ذريعي سکي آهي، استعمال ٿو ڪري. اوهان جڏهن ڪا شيءِ قرغز ٻوليءَ ۾ لکو ٿا ۽ وري ڪا شيءِ روسي

ٻوليءَ ۾ ته اوهان کي مطلب جو اظهار ڪندي ڪهڙو فرق محسوس ٿئي ٿو؟ ڇا اوهان انهن مان ڪنهن هڪ يا ٻي ٻوليءَ ۾ لکندي وڌيڪ آساني محسوس ڪريو ٿا؟

چنگيز: آءٌ پنهنجي هر تحرير تي گهڻي محنت ڪندو آهيان. هر صفحي تي الاءِ ڪيترا ڀيرا ترميم يا اصلاح جي گنجائش نظر ايندي اٿم ۽ آءٌ ڪاٽا ڪوٽي ڪندو رهندو آهيان. جيستائين زبان جي انتخاب جو تعلق آهي، ته ان جو حل بنهه سڌو آهي. جيڪڏهن مون کي هڪڙي زبان ۾ اظهار لاءِ موزون انداز نه ملندو آهي ته پوءِ آءٌ ٻي زبان ۾ لکي وٺندو آهيان.

فيض: هاڻي هڪ اڌ سوال اوهان جي تصنيفن جي باري ۾. مون ته اوهان جا رڳو ٽي چار مختصر ناول يا طويل افسانا پڙهيا آهن جيڪي انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿي چڪا آهن. اوهان جو ڪو طويل ناول منهنجي نظر مان ڪو نه گذريو آهي. اوهان جا ڊراما به پڙهي ڪونه سگهيو آهيان. پڇڻو اهو آهي ته انهن افسانن ۾ جن ڪردارن يا شخصيتن جو بيان آهي، جيئن مدرس ڊيورش ۽ ٻيا ماڻهو اهي سيئي خيالي ڪردار آهن يا واقعي ڪا شخصيت اوهان جي نظر ۾ هئي، جنهن کي اوهان افسانوي رنگ ۾ پيش ڪيو آهي؟

چنگيز: ڏسو افسانو بهرحال هڪ افسانو ئي هوندو آهي، پر پوءِ به ان ۾ عڪاسي ته حقيقي زندگيءَ جي ٿيندي آهي. سڀ کان پهرين ته زندگيءَ مان ئي ڪو تاثر يا خيال وٺبو آهي، ان کان پوءِ پنهنجو ذهن يا تخيل ان کي افساني جي سانچي ۾ پلٽي ٿو. جيئرا جاڳندا ماڻهو هڪ خاص زماني ۽ خاص ماحول ۾ ذهن کي تحريڪ ڏيندا آهن ۽ پوءِ ان معاملي تي تخليقي عمل جو بنياد پوي ٿو. انڪري اوهين چئي سگهو ٿا ته منهنجا سمورا ڪردار سچ پچ ته ڪي شخصيتون آهن، پر اهي آهن ڪير؟ انهن جو نالو نشان ڇا آهي؟ سو آءٌ نه ٿو ڄاڻان. گهڻا لکڻ

وارا ڪنهن مخصوص ماڻهوءَ کي سامهون رکي سندس تصوير ڪشي ڪن ٿا. پر منهنجي خيال ۾ ان قسم جي ڪردار نگاري بيجان ٿي ويندي آهي. آءٌ پاڻ تي ڪنهن بہ قسم جي پابندي لڳائڻ پسند نہ ٿو ڪريان. ڪجهہ ماڻهو ان سان اختلاف رکن ٿا. سندن چوڻ آهي تہ هڪ ادبي ۽ افسانوي ڪردار جا نيڻ نقش واقعي ڪنهن ماڻهوءَ جهڙا هئڻ کپن. حقيقت نگاريءَ جي تقاضا اها ئي آهي تہ زندگي کي جيئن جو تيئن پيش ڪجي. ان مسئلي تي اڪثر بحث هلندو آهي. آءٌ ان ڳالهہ سان متفق آهيان تہ زندگيءَ کي حقيقت ۽ صداقت سان پيش ڪجي، پر ڪهڙي صورت ۾، ڪهڙي انداز ۾، اهو فيصلو اديب جي پنهنجي اختيار ۾ هئڻ گهرجي. اديب فوٽو گرافر ناهي، مصور آهي.



## باب ڇهون

# ترجما ۽ منظوم ترجما

جڏهن بہ آءٌ ماسڪو جو سفر ڪري گهر واپس ايندو آهيان تہ دوستن جو اڪثر پهريون سوال اهو ئي هوندو آهي: ڇو ادا، اتي ڪجهہ نئون تازو ڪلام ٿيو؟ ۽ عام طرح آءٌ شعر جي صورت اُتان ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪٺي ايندو آهيان، پر ڇو؟ مون ان جي باري ۾ اڳي ڪڏهن بہ ڪو نہ سوچيو هو، پر هاڻ جو لکڻ ويٺو آهيان تہ ان جو ڪجهہ سبب بہ سُجهي آيو آهي. شعر لکڻ تي منهنجي دل ڇو ٿيندي آهي؟ ڪهڙي فِضا، ڪهڙو ماحول، ڪهڙي موسم سخن لاءِ وڌيڪ سازگار آهي، اڳوڻي زماني جا شاعر هڪڙو ئي شعر ڄاڻندا هئا، يعني:

تھی وہ اک شخص کے تصور سے
اب وہ رعنائیء خیال کہاں

يا وري " نہ رهي بات وہ مضمون سجهاني والي " پر اهو تہ غالب بہ تسليم ڪيو هو تہ "تصور جانان" لاءِ فرصت جا ڏينهن رات بہ ضروري آهن. شعر لکڻ لاءِ رڳو جسم جي فرصت / واندڪائي يعني ٻئي هر ڪم هاج کان واندو ٿيڻ ڪافي ناهي، دل ۽ دماغ جي فرصت ۽ واندڪائي ضروري آهي. جڏهن ماڻهو دل ۽ دماغ جون ٻيون سڀ دريون، در بند ڪري صرف فڪر ۽ سخن جو دريچو ئي ڪليو رکي سگهي. گهر ۾ تہ ائين ٿيندو آهي تہ هتي ڪنهن نظم جو پاڇو ذهن تي چٽو ٿيڻ تي هوندو ئي آهي تہ آفيس وڃڻ جو وقت ٿي ويندو آهي يا وري غزل جي زمين يا ڪنهن مصرعي جو سُر مَس هٿ لڳو تہ ملڻ وارا اچي ويا. اهو وقت هٿن مان نڪري ويو تہ ان ڪيفيت کي واپس اچڻ ۾ ڪڏهن ڏينهن تہ ڪڏهن مهينا بہ لڳيو وڃن ۽ ڪڏهن تہ طبيعت ماڳهين مائل ئي نہ ٿي. سوويت يونين ۾ روزگار جي روٽين ۽ زماني جي لاهين چاڙهين کان ڪجهہ ڏينهن لاءِ نجات ملي هئي. هتي بہ مصروفيتون تہ هيون، پر پوءِ بہ واندڪائي ۽ هڪ مُنائي جا ڪجهہ لمحا ملي ويندا هئا ۽ پوءِ "غم دوران" ۽ "غم جانان" ٻنهي کان دوري ۽ فاصلو هڪ تماشائيءَ وانگر سڪون سان نظاري جو مزو ڏنو. شعر لکڻ لاءِ احساسن جي دنيا سان قرب ۽ دوري، ربط ۽ عليحدگي، فڪر ۽ سرخوشي، اٽيچمينٽ ۽ انوالومينٽ ٻئي ضروري آهن ۽ اها ڪيفيت بہ جنهن کي صوفين جي اصطلاح ۾ "انشراح قلب" چون ٿا. جڏهن ائين محسوس ٿئي تہ پاڻ ۽ حسن عالم جي وچ ۾ ٻيو ڪو بہ مائل ناهي. ڪڏهن ماسڪو ۾ ڪنهن دوست جي گهر جي گئلري ۾ ويٺي، ڪڏهن اشڪ آباد ۾ پنهنجي هوٽل جي ڇت تي، ڪڏهن لينن هلز تان شهر کي تڪيندي اهڙي ڪيفيت اڪثر دل تي گذرندي آهي.

هتي لکيل شعرن ۾ ماسڪو جو ذڪر ناهي، پر اهي سڀ ان ڪيفيت
جا گواهه آهن ۽ شايد سيني کان اهم ڳالهه هي آهي تہ هتي جي
باڪمال اهل سخن جي صحبت ۾ اظهار جا نوان انداز ۽ سخن جي
ليليٰ جا ڪيئي نوان روپ ذهن ۾ اُجاگر ٿيندا رهيا. جن کي دل چئي
ٿي تہ شعر جو روپ ڏجي، مثال طور انتساب وارو نظم جيڪو وقت
بوقت الاءِ ڪيترن مهينن تائين لکجندو رهيو هو. ان جو ڪو بند
ماسڪو ۾، تہ ڪو سوچي ۾، ڪو لنڊن ۾ ۽ ڪو وري ڪراچيءَ ۾
لکيم. اهو نظم اصل ۾ پابلو نرودا سان ملڻ کان پوءِ ذهن ۾ آيو هو ۽
هن جي تتبع تي لکيو ويو هو. ”آہستہ“ ۽ ”رنگ ہے میرے دل کا“ ۽
هڪ ٻن نظمن ۾ ناظم حڪمت جو عڪس آهي. آندري
وزيندنسڪي جي نظمن جو هڪ سهڻو انگريزي ترجمو سندس ئي
هٿان مون کي مليو تہ هڪ نظم سندس ئي رنگ ۾ لکيم. رسول حمزه
جو ڪلام تہ ايڏو پنهنجو لڳو جو ذري گهٽ هڪڙي نشست ۾ سندس
ڪجهہ نظم ترجمو ڪري ڇڏيم. اولجاز سليمان سان ملاقات کي
ڪي گهڙا ڏينهن ڪونہ گذريا آهن. اڄڪلهہ هن جا شعر اکين آڏو
آهن ۽ انهن مان لطف ۽ بصيرت حاصل پيو ڪريان.



# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ
کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اِڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٺين، جيڪي بہ ڪٺين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽجاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڑهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي ڀائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)